# مهدي منتظر

(قيامِ عدل ۽ اسلام جي غلبي جي اميد)

ليکڪ: آيت الله سيد محمد حسين فضل الله

اردو مترجم: سيد سعيد حيدر زيدي

سنڌيڪار: مُنور ٻُٽ

# فهرست

بسم الله الرحمٰن الرحيم

# مهدي منتظر
# قيامِ عدل ۽ اسلام جي غلبي جي اميد

”اللهم صلي عليٰ ولي امرک القائم المؤمل والعدل المنتظر، وحقه بملائکتک المقربين وايده بروح القدس منک يا رب العالمين، اللهم اجعله الداعي اليٰ کتابک والقائم بدينک، استخلفه في الارض کما استخلفه الذين من قبله، مکن له دينه الذي ارتضيته له، ابدله من بعد خوفه امنا بعبدک لا يشرک بک شيئا، اللهم اعزه و اعزز به وانصره وانتصربه والصره نصرا عزيز اوافتح له فتحا يسيرا واجعل له من لدنک سلطانا نصيرا“

(دعاءِ افتتاح مان ٽڪرو)

”اي الله! پنهنجي ولي امامِ قائم ۽ عدلِ المنتظر تي درود نازل فرماءِ، پنهنجي ويجهڙن ملائڪن جي ذريعي ان جو گهيرو فرماءِ، روح القدس جي ذريعي ان جي تائيد فرماءِ. اي الله! ان ڪي پنهنجي ڪتاب ڏانهن دعوت ڏيڻ وارو قرار ڏي ۽ پنهنجي دين کي برپا ڪرڻ وارو بڻاءِ ۽ ان ڪي زمين تي پنهنجو خليفو قرار ڏي، جيئن ان کان پهريَن ماڻهن ڪي خليفو بڻايو هو. ان ڪي پنهنجي پسنديده دين جي طاقت عطا فرماءِ. هن وقت ڪانپوءِ ان جي خوف ڪي امن ۾ تبديل ڪر، تہ جيئن ماڻهو تنهنجي عبادت ڪن ۽ شرڪ نہ ڪن. ان جي ذريعي اسان ڪي وقار وارو ڪر.

ان جي مدد ڪري ان کي مڪمل غلبو عطا ڪري ۽ دنيا کي آساني سان ان جي هٿان فتح فرماءِ ۽ ان کي پنهنجي طرف کان هڪڙو مددگار حڪمران قرار ڏي“

## ظاهر ٿيڻ جي باري ۾ اجماع

مهدويت هڪڙو اهڙو ديني مسئلو آهي، جنهن تي سڀني مسلمانن جي وچ ۾ اتفاق راءِ ملي ٿو. جيتوڻيڪ هنن سالن ۾ مخصوص سياسي حالتن جي اثر هيٺ ڪجهه مسلمانن جي طرفان هن مسئلي کان انڪار جي ڪوشش ڪئي وئي آهي. پر ان جي باري ۾ سڀني مسلمانن وٽ لاڳيتو روايت ٿيل حديثون موجود آهن. ممڪن آهي ته ان جي ڪجهه جزن جي باري ۾ راءِ جو اختلاف ملندو هجي. مثال طور، اهو ته امام مهدي عليه السلام جو جنم ٿي چڪو آهي يا نه؟

شيعه اماميه جي وچ ۾ ان جي جنم جي باري ۾ اتفاق راءِ ملي ٿو. جڏهن ته اهل سنت پائرن جي گهڻائي اهو عقيدو نٿي رکي. مرحوم سيد محمد محسن امين جي راءِ مطابق اهل سنت جا ڪجهه عالم امام مهدي عليه السلام جي جنم کي مڃين ٿا ۽ ان جي ۽ ان جي بابا سائين جي نالن جي باري ۾ شيعن سان اتفاق ڪن ٿا.

ان کان علاوه، اهو چون ٿا ته امام مهدي عليه السلام جي قيام جي باري ۾ لاڳيتيون خبرون آيل آهن ۽ سڀني مسلمانن جو ان مسئلي تي اجماع آهي. ابوعبدالله محمد بن يوسف بن محمد الڪنجي شافعي هڪڙو ڪتاب لکيو آهي، ۽ ان جو نالو ”البيان في اخبار صاحب الزمان“ رکيو آهي. ان جو هڪڙو ٻيو ڪتاب آهي، جنهن جو نالو ”ڪفايته الطالب في مناقب علي بن ابي طالب“ آهي. اهو پنهنجي ڪتاب ”البيان“ ۾ لکي ٿو ته مون هن ڪتاب جي مواد کي گڏ ڪيو آهي ۽ ان کي شيعن جي طريقي ۽ انداز کان خالي رکي تيار ڪيو آهي، ته جيئن اهي ان جي باري ۾ دليل وٺڻ جي ڳالهه بابت نه سوچين.

مشهور ڪتاب ”حليته الاولياء“ جي لکيڪ حافظ ابونعيم احمد بن عبدالله اصفهاني، حضرت امام مهدي عليہ السلام جي باري ۾ چاليھ حديثون گڏ ڪيون آهن ۽ ڪتاب ”ڪشف الغمہ“ جي ليکڪ ٻين روايت ڪندڙن جا نالا ڪڍي، صرف پيغمبر صلي الله عليہ وآلہ وسلم کان روايت ڪرڻ واري شخص جي نالي تي ڀاڙيندي اهي نقل ڪيون آهن.

انهن ٻن کان علاوه، مشڪات المصابيح، دررالسمطين، جواهر العقدين ۽ ڪنوزالدقائق جي ليکڪن جهڙن ماڻهن امام مهدي عليہ السلام جي باري ۾ گهڻين ئي روايتن جو ذڪر ڪيو آهي.

وري ”الڪنجي“ پنهنجي سند سان ”زربن جيش“ ۽ ان پيغمبرِ اسلام صلي الله عليہ وآلہ وسلم کان نقل ڪيو آهي تہ حضور جن فرمايو:

”لماتذهب الدنيا حتي يملک العرب رجل من اهل بيتي يواطيء اسمه اسمي.“ يعني: دنيا جو ان وقت تائين خاتمو نہ ٿيندو، جيستائين منهنجي اهلبيت مان هڪڙي شخص جي حڪومت قائم نہ ٿي وڃي، جيڪو منهنجو نالي ڀائي هوندو.

ڪتاب ”مشڪات المصابيح“ جي ليکڪ اهڙي ئي ڳالهہ ابن مسعود رضي الله عنہ کان روايت ڪئي آهي ۽ لکيو آهي تہ هن روايت کي ترمذي ۽ ابودائود نقل ڪيو آهي. تنهنڪري الڪنجي جي قول مطابق روايت ۾ آيو آهي تہ : ”يلي رجل من اهل بيتي يواطيء اسمه اسمي“ يعني: منهنجي اهلبيت سان تعلق رکڻ وارو هڪڙو شخص ايندو، جيڪو منهنجو نالو ڀائي هوندو.

ترمذي پنهنجي جامع ۾ هن حديث جي روايت ڪئي آهي تہ پيغمبرِ اسلام صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: ”لاتذهب الدنيا حتي يملک العرب رجل من اهل بيتي يواطيء اسمه اسمي“ يعني: دنيا جو ايستائين خاتمو نہ ٿيندو، جيستائين ان تي منهنجي اهل بيت سان تعلق رکڻ واري هڪڙي شخص جي حڪومت قائم نہ ٿي وڃي، جيڪو منهنجو نالي ڀائي هوندو.

ابودائود پنهنجي ”سنن“ ۾ حذيفہ رضي الله عنہ جي سَند سان رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي حديث نقل ڪئي آهي تہ حضورجن فرمايو: ”لولم يبق من الدنيا يوم واحد لبعث الله رجلا اسمه اسمي و خلقه خلقي بكني عبدالله“ يعني: هي دنيا باقي هڪڙو ڏينهن ڇو نہ رهجي وڃي، الله يقينن ان ڏينهن هڪڙي اهڙي شخص کي مبعوث ڪندو جنهن جو نالو منهنجي نالي جهڙو ۽ جنهن جو اخلاق منهنجي اخلاق جهڙو هوندو ۽ ان جي ڪنيت ابوعبدالله هوندي.

اصفهاني جي ”اربعين“ ۾ حذيفہ رضي الله عنہ جي سَند سان آيو آهي تہ حذيفہ رضي الله عنہ چيو: مون رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم کي هي فرمائيندي ٻڌو: ”ويح هذه الامة من ملوک جابرة كيف تقتلون ويحيفون المطبعين الا من اظهر طاعتطهم، فالمومن التقي يصانعهم بلسانه ويفر منهم بقلبه، فاذا اراد الله عزوجل ان بعيدالاسلام عزيزا فصم كل جبار عنيد وهو القادر علي ما يشاء ان يصلح امة بعد فسادها، فقال (ع): يا حذيفه! لولم يبق من الدنيا اليوم واحد، لطول الله ذالک اليوم حتي يملک رجل من اهل بيتي تجري الملاحم علي يديه ويظهرالاسلام لا يخلف الله وعده هو سريع الحساب“ يعني: ان امت جي حال تي افسوس آهي، جنهن کي ظالم حڪمران قتل ڪندا، انهن جي اطاعت ڪندڙ انهن کان ڊڄندا رهندا، سواءِ انهن ماڻهن جي جيڪي انهن سان پنهنجي اطاعت جو اظهار ڪندا. سو متقي مومن پنهنجي زبان سان انهن جي تعريف ڪندو پر پنهنجي دل ۾ انهن لاءِ نفرت رکندو. پوءِ جڏهن الله اسلام جو شان ۽ شوڪت موٽائڻ گهرندو تہ سڀني مغرور جابرن کي تهس نهس ڪري ڇڏيندو. صرف الله ئي آهي جيڪو فساد کان پوءِ امت جي اصلاح ڪري سگهي ٿو. ان کان پوءِ فرمايو: اي حذيفہ! جيڪڏهن دنيا جي زندگيءَ جو صرف هڪڙو ڏينهن باقي رهجي وڃي، تہ الله تعاليٰ ان ڏينهن کي ايترو ڊگهو ڪري ڇڏيندو جو دنيا تي منهنجي اهلبيت سان تعلق رکڻ واري هڪڙي شخص جي حڪومت قائم ٿي وڃي. جنهن جي ذريعي لڙايون برپا ٿي وينديون ۽ اسلام کي

قدرت حاصل ٿيندي. الله پنهنجي واعدي جي خلاف ورزي نہ ڪندو آهي ۽ اهو جلد حساب وٺڻ وارو آهي.

ان کان علاوه ان، ابو سعيد خدري رضي الله عنہ جي سَند سان ۽ ان رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم کان روايت ڪئي آهي تہ حضور جن فرمايو: ”لا تنقضي الساعة حتي يملک الارض رجل من اهل بيتي يملاها عدلا کما ملئت قبله جورا“ يعني: قيامت ان وقت تائين قائم نہ ٿيندي جيستائين زمين تي منهنجي اهلبيت مان هڪڙي شخص جي حڪمراني قائم نہ ٿي وڃي. اهو ان کي عدالت سان اهڙيءَ طرح ڀري ڇڏيندو جيئن ان کان اڳ ۾ اها ظلم سان ڀرجي وئي هوندي.

تنهنڪري اسان مهدويت تي ايمان رکون ٿا. ڇوتہ رسولِ صادق ۽ مصدق صلي الله عليہ وآلہ وسلم حديث ثقلين ۾ اسان کي خبر ڏني آهي تہ ”اني تارک فيکم الثقلين کتاب الله و عترتي اهل بيتي، لن تضلوا ما تمسکتم بهما وانهما يفترقا حتي يردا علي الحوض“ يعني: مان توهان جي وچ ۾ ٻہ قيمتي شيون، الله جو ڪتاب (قرآن) ۽ پنهنجا اهلبيت ڇڏي وڃان ٿو. جيستائين توهان انهن سان وابستہ رهندا تہ گمراهہ نہ ٿيندا ۽ اهي ٻئي حوض ڪوثر تي مون وٽ پهچڻ تائين هڪٻئي کان جدا نہ ٿيندا.

هن حديث شريف مان گهڻن عالمن اهو مطلب ڪڍيو آهي تہ جيستائين ڪتاب (قرآن) موجود آهي (۽ قرآن هر دور ۾ موجود آهي) لازمي طور پيغمبر صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي خاندان سان تعلق رکڻ وارو هڪڙو امام بہ موجود رهندو. ڇوتہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم هن حديث ۾ قرآن ۽ عترت جي اٽُٽ ٻَنڌڻ جي نشاندهي ڪئي آهي.

## قرآن شريف ۽ قيادتِ اهلبيت سان وابستگي

هن جاءِ تي هڪڙو مسئلو پيدا ٿئي ٿو جنهن تي ڌيان ڏرڻ ۽ ان کي بيان ڪرڻ جي ضرورت آهي. اهو مسئلو امام مهدي عليہ السلام جي باري ۾ آهي، جنهن جو ذڪر رسول ڪريم صلي الله عليہ وآلہ

وسلم جي ڳالهين ۾ آيو آهي. ان باري ۾ اسان ٻن رستن سان اڳتي وڌنداسين ۽ اهي ٻئي رستا رسول ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي ڳالهين مان پڌرا ٿين ٿا.

پهرين ڳالھ جنهن جو ذڪر اسان هن کان اڳ ۾ ڪري چڪا آهيون، ان ۾ رسول ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم تہ قرآن ۽ عترت سان وابستگي جي باري ۾ گفتگو ڪئي آهي ۽ ٻي ڳالھ ۾ امام مهدي عليہ السلام جي حوالي سان گفتگو فرمائي آهي. پهرين ڳالھ هي آهي:

”اني تارک فيکم الثقلين کتاب الله و عترتي اهل بيتي، لن تضلوا ما تمسکتم بهما وانهما لن يفترقا حتي يرد علي الحوض“ يعني: مان توهان جي وچ ۾ ٻہ قيمتي شيون، الله جو ڪتاب (قرآن) ۽ پنهنجا اهلبيت ڇڏي وڃان ٿو جيستائين توهان انهن ٻنهي سان وابستہ رهندا تہ گمراھ نہ ٿيندا، ۽ اهي ٻئي حوض ڪوثر تي مون وٽ پهچڻ تائين هڪٻئي کان جدا نہ ٿيندا.

رسول ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جو اهو قول هڪڙي مسلمان جي ناطي تاريخ جي هر دؤر ۾ اسان ۾ اها سوچ پيدا ڪري ٿو تہ اسان قرآن سان وابستہ رهون، ٻي ڪنهن شئي کي ان جي جاءِ نہ ڏيون. اهڙيءَ طرح اهلبيت سان وابستہ رهون، جيڪي پنهنجي فڪر ۽ طرزِ عمل ۾ قرآن شريف کان جدا نہ آهن. تنهنڪري لازم آهي تہ سدائين اهو نظريو (قرآن شريف) ۽ ان جي لاءِ رهنما (اهلبيت) موجود رهن.

قرآن شريف هڪڙو اهڙو نظريو پيش ڪري ٿو جنهن ۾ باطل ڪنهن بہ طرف کان داخل ٿي نٿو سگهي ۽ رسول ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم کان پوءِ اهلبيت جا امام سڀ‍ڱورا اهڙا امين ۽ صالح رهنما آهن، جيڪي ان ڳالھ تي نظر رکن ٿا تہ ماڻهن جي زندگيءَ ۾ قرآن شريف تي عمل ڪرڻ جي ڪهڙي حالت آهي. ان کان علاوه، ان جي مفهومن ۽ تعليم کي گهٽ وڌائي، فساد، ڀُل ۽ خطا کان محفوظ رکن ٿا.

تنهنڪري اسان کي گهرجي تہ اسان پنهنجي فڪري ۽ عملي رويي جو غور سان جائزو وٺندا رهون ۽ اهو ڏسندا رهون تہ قرآن شريف

سان وابستہ آهيون يا نہ؟ ڇو تہ قرآن شريف سان وابستگيءَ جو مطلب قرآن شريف جي فراهم ڪيل تعليم، ان جي قانونن، ان جي ڏيکاريل رستن، ان جي ٻڌايل وسيلن ۽ ذريعن، ان جي ٻڌايل هدفن ۽ اسان جي باهمي تعلقات جي لاءِ ان جي پيش ڪيل لائحہ عمل جي پابندي آهي. اهو ئي قرآن سان وابستگيءَ جو حقيقي مفهوم آهي. قرآن شريف سان ڇُهڻيل رهڻ ۽ ان سان وابستگيءَ جي اها معنيٰ ناهي تہ اسان قرآن شريف کي هڪڙي نشاني طور پنهنجي سيني سان لٽڪائي رکون يا ان جي خطاطي کي گهرن ۾ لٽڪائي رکون، يا غور ۽ فڪر کان سواءِ ان جي تلاوت ڪيون.

جڏهن الله تعاليٰ انسان کان ان ڳالهہ جي تقاضا ڪري ٿو تہ اهو قرآن شريف سان وابستہ ٿئي تہ دراصل ان کان چاهي ٿو تہ اهو قرآن کي پنهنجي لاءِ هدايت جو ڏيئو قرار ڏئي تہ جيئن زمانو گمراهيءَ جو شڪار ٿئي تہ اهو ان مان رهنمائي حاصل ڪري. جڏهن اونداهيون ان تي حملو ڪن تہ قرآن شريف کي نور ۽ روشني قرار ڏئي، ان کي پنهنجو امام بڻائي ۽ ان مان رهنمائي حاصل ڪري.

ان کان علاوه، الله تعاليٰ انسان کي حڪم ڏنو آهي تہ قرآن شريف کي پنهنجو اڳواڻ قرار ڏئي، ان جي پيروي ڪري، ڪابہ اهڙي ڳالهہ نہ چوي جيڪا قرآن جي مطابق نہ هجي، ڪوئي اهڙو ڪم نہ ڪري جيڪو قرآن شريف جي مطابق ۽ ان جي تعليم سان هڪجهڙائي نہ رکندو هجي.

ان کان پوءِ انسان کي اهلبيت جي اڳواڻِي ۽ انهن جي رهبريءَ سان وابستہ هجڻ گهرجي. اهلبيت جا امام سڀُورا الله جي طرف کان حلال ۽ حرام ڪيل معاملن ۾ الله ۽ ان جي پيغمبر صلي الله عليہ وآلہ وسلم جا امين آهن. تنهنڪري انسان کي انهن جي اڳواڻي ۽ رهبري مان رهنمائي حاصل ڪرڻ گهرجي. ان کي گهرجي تہ جيڪڏهن اهي موجود هجن تہ انهن سان وابستہ رهي ۽ جيڪڏهن اهي غيبيت ۾ هجن تہ انهن ماڻهن سان وابستہ رهي، جن جي انهن نشاندهي ڪئي آهي.

اهل بيت جو ارشاد آهي "من كان من الفقهاء صائنا لنفسه، حافظا لدينه، مخالفا لهواه، مطيعا لامر مولاه فللعوام ان يقلدوه" يعني: فقيهن مان اهو شخص جيڪو پرهيزگار هجي، دين جو محافظ هجي، نفساني خواهشن جو مخالف هجي ۽ پنهنجي مولا جي حڪمن جو تابعدار ۽ فرمانبردار هجي، عوام کي گهرجي تہ ان جي تقليد ڪن.

يا اها حديث جنهن ۾ ارشاد ٿيل آهي "واماالحوادث الواقعة فرجعوا فيها الي رواة حديثا، فانهم حجتي عليكم و انا حجت الله عليهم" يعني: پيش ايندڙ ڏکيائين ۾ اسان جي حديثن جي راوين سان رجوع ڪيو جو اهي اوهان تي منهنجي حجت آهن ۽ آءٌ انهن تي الله جي حجت آهيان.

يا اهل سنت وارن جون اهي حديثون جن ۾ ارشاد آهي "العلماء ورثة الانبياء" يعني: عالم نبين سڀني جا وارث آهن.

يا

"الفقهاء امناء الرسل مالم يدخلوا في الدنيا. قيل: يارسول الله! وما دخولهم في الدنيا؟ قال: اتباع السلطان، فاذا افعلو اذلک فاحذروهم علي دينكم" يعني: فقيهہ جيستائين دنيادار نہ ٿي وڃن، ان وقت تائين نبين جا امانتدار آهن. معلوم ڪيو ويو: اي الله جا رسول! انهن جي دنيادار هجڻ جي ڪهڙي معنيٰ آهي؟ فرمايو: حڪمران جي پيروي. سو جيڪڏهن اهي ائين ڪن تہ پنهنجي دين جي بابت انهن کان احتياط ڪيو.

ان کان علاوه: "واذا رايتم العالم محبا للدنيا فاتهموه علي دينكم، فان كل محب يحوط مااحب" يعني: جيڪڏهن توهان ڏسو تہ عالم دنيا جو طالبو آهي تہ پنهنجي دين جي باري ۾ ان کان احتياط ڪيو، ڇو تہ جنهن کي جيڪا شئي پياري هوندي آهي، اهو ان جي باري ۾ احتياط ڪندو آهي.

غيبيت جي زماني ۾ پنهنجي اسلامي فرض تي عمل پيرا ۽ اسلامي اصولن جي سنڀال سان گڏ سرگرمِ عمل پرهيزگار مجتهد عالم ئي اهي ماڻهو آهن، جيڪي ان ڳالهہ جا حقدار آهن تہ انهن جي اڳواڻي

قبول ڪئي ويجي. البت، ان وقت تائين جيستائين انهن جي رهنمائي قرآن سان هڪجهڙائي رکندي هجي.

هي پيغمبر اسلام صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي پهرين ڳالهہ جو مفهوم هيو. پاڻ سڳورن جي ٻي ڳالهہ امام مهدي عليہ السلام جي باري ۾ آهي. هن ڳالهہ ۾ حضور جن فرمايو آهي "يخرج ليملا الارض قسطا وعدلا ڪما ملئت ظلما وجورا" يعني: اهو قيام ڪندو ۽ زمين کي اهڙيءَ طرح عدل ۽ انصاف سان ڀري ڇڏيندو جيئن اها ظلم ۽ ستم سان ڀرجي وئي هوندي.

پيغمبر اسلام صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي ان ڳالهہ جو مفهوم ڪهڙو آهي؟

هن حديث جو مفهوم اسان کي هن ڳالهہ کان آگاهہ ڪري ٿو تہ ظلم اڻوڻندڙ ۽ ناقابل قبول آهي ۽ ان کي انسانيت جي لاءِ مشڪل قرار ڏنو ويجي ٿو. جڏهن تہ عدالت اها ڳالهہ آهي، جيڪا ان مشڪلات کان ڇوٽڪارو ڏياري سگهي ٿي ۽ انسان ۽ ان جي زندگيءَ جي لاءِ ترقي، ڪمال ۽ سڪون جو سبب آهي.

اها حديث اسان کان تقاضا ڪري ٿي تہ اسان سدائين ان مسئلي کي سامهون رکون تہ حضرت امام مهدي عليہ السلام ظلم ۽ ستم جو خاتمو ڪندا ۽ عدل ۽ انصاف کي زندگيءَ جي اڪيلي بنياد جي طور تي قائم ڪندا. پالڻهار جي حڪم سان دنيا ۾ عدالت کي پکيڙيندا. الله جي ارادي ۽ پنهنجي ۽ پاڻ سان گڏ موجود مجاهدن جي جهاد ذريعي ظلم جو خاتمو ڪندا.



اسان امام عليہ السلام جي باري ۾ پنهنجي موقف ۽ طرز عمل جو تعين ڪيئن ڪيون؟ جيڪڏهن اسان ان جي انتظار ۾ آهيون ۽ ان ڳالهہ جي اميد ۾ آهيون تہ اهي دنيا ۾ عدل ۽ انصاف قائم ڪن،

جيڪڏهن اسان عدالت پسند ۽ ان کي چاهڻ وارا آهيون ته لازم آهي ته اها عدالت پسندي اسان جي زندگيءَ ۾ عملي طور تي ڏسڻ ۾ اچي.

چو ته جيڪڏهن انسان ڪنهن ڳالهه کي پسند ڪندو آهي ۽ ان کي عملي جامو پارائڻ جو خواهشمند هوندو آهي ته قدرتي طور تي ان کي ان ڳالهه کي پنهنجي زندگي ۽ پنهنجي سماجي زندگيءَ ۾ عملي جامو پارائڻ جي لاءِ ڪوشش ڪرڻ گهرجي. هاڻي چاهي ان کي ان ڪوشش جي نتيجي ۾ نقصان پهچي، چاهي فائدو حاصل ٿئي. ان کي گهرجي ته سيني ڳالهين ۾ پنهنجي الله سان عدالت جو معاملو رکي، پنهنجي خاندان ۽ ٻارن ٻچن سان عدل وارو طرزِ عمل اختيار ڪري. جن ماڻهن سان ٻه ان جو ملڻ جلڻ هجي، انهن سان عدل وارن بنيادن تي رابطا ۽ تعلقات قائم رکي. پنهنجي هٿ يا زبان جي ذريعي انهن تي ظلم نه ڪري. جيڪڏهن انهن کان ڪو مال ورتي يا اهي ان تي ڪوئي حق رکندا هجن ته انهن معاملن ۾ انهن سان ظلم نه ڪري. اها آهي عادل هجڻ جي وصف.

جيڪڏهن اسان جو طرز عمل اهو نه هجي ته پوءِ اسان ڪهڙي بنياد تي امام مهدي عليه السلام جي انتظار ۾ آهيون؟

جيڪڏهن اسان جي پنهنجي شخصيت ۾ ظلم جون نشانيون موجود آهن ته اسان جو ڳاڻاٽو انهن ماڻهن ۾ ٿيندو جن جي خلاف امام عليه السلام لڙائي ڪندو. تنهنڪري جيڪڏهن اسان جي زندگي ظالماڻي ڳڻجي ته اسان ان جي انتظار ۾ ڪيئن هونداسين.

اهي سڀ ڳالهيون اسان کان تقاضا ڪن ٿيون ته اسان عادلن ۽ عدالت پيشه ماڻهن جو ساٿ ڏيون ۽ ظالمن کان پري رهون، ڇوته جيڪڏهن انسان ظالمن سان گڏ هجي ته انهن جي تائيد ڪندو آهي، انهن جي حوصله افزائي جو سبب ٿيندو آهي، انهن جي منصوبن کي عملي جامو پارائيندو آهي، انهن جو ساٿي بڻجي لڙائي ڪندو آهي، انهن جي ڪمن ۾ انهن سان هٿ ونڊائيندو آهي. جيڪڏهن ڪوئي

انسان اهڙو هجي تہ اهو ظالم آهي، ظالم جي ڌُر ۾ ان جي ٽولي ۾ شامل آهي. جيڪڏهن اهو ظالم جي ڌُر ۾ ان جي ٽولي جو حصو هجي تہ پوءِ اهو انسان امام مهدي عليہ السلام جي انتظار ۾ ڪيئن ٿو ٿي سگهي؟ جڏهن تہ امام مهدي عليہ السلام ان جي ٽولي ۾ ظالمن جو ساٿي هجڻ ڪري خود ان جي خلاف لڙائي ڪندا.

تنهنڪري امام مهدي عليہ السلام جو حقيقي انتظار اهو آهي تہ اسان اهڙو موقف اختيار ڪيون، جيڪو اسان کي ان قطار ۾ بيهاري جنهن ۾ اسان امامِ زمانہ عليہ السلام سان گڏ هجون، اسان کي هڪڙي اهڙي رستي تي هلائي جنهن تي هلندي اسان امام عليہ السلام سان گڏوگڏ ٿي جهاد ڪيون.

اسان مان هرهڪ ان جو ساٿي ٿيڻ جي خواهش رکي ٿو. اسان دعا ڪيون ٿا تہ "اللهم اجعلنا من انصاره و اعوانه والمستشهدين بين يديه" يعني: اي الله! اسان کي ان جو ساٿي ۽ مددگار ۽ ان جي ساٿ ۾ شهيد ٿيڻ وارو قرار ڏي.

امام عليہ السلام جا ساٿي اسلام، عدل ۽ انصاف جا ساٿي آهن. امام عليہ السلام جي مددگارن کي اسلام، عدل ۽ انصاف جو مددگار هجڻ گهرجي. امام عليہ السلام جو ساٿ ڏيندي شهادت جو پيالو پيئڻ وارا ماڻهو اهي ماڻهو آهن جيڪي پنهنجي ديني فرض جي ادائگيءَ جي دوران ۽ اولياء الله ۽ الله جي ڪمزور ۽ لاچار ٻانهن جي حمايت ۾ الله جي فرمان جي تڪميل ڪندي شهادت کي ڀَلي لڳائيندا آهن.

تنهنڪري جيڪڏهن اسان اڄ ڪفار ۽ ظالمن جا مددگار هجون ۽ اسان گمراهہ ماڻهن جي قطار ۾ ڀَڳيا ويندا هجون تہ پوءِ اسان ڪيئن امام زمانہ عليہ السلام جا ساٿي ۽ مددگار ٿي سگهون ٿا؟ ڪيئن ان جي حمايت ۾ لڙائي ڪندي شهيد ٿيڻ وارا ٿي سگهون ٿا؟

تنهنڪري اسان کي هن مسئلي تي انتهائي سوچ ويچار کان ڪم وٺڻ گهرجي. ڇو تہ جيڪڏهن ان معاملي ۾ اسان جي سوچ سطحي ۽

گهرائي کان عاري هجي ته ان ڳالهه جو سبب ٿيندي ته اسان زبان سان ته پنهنجو پاڻ کي ان جو ساٿي ۽ مددگار چئي رهيا هونداسين، پر لاشعوري طور ان جي دشمنن جي قطار ۾ هونداسين.

تنهنڪري ان حوالي سان هڪڙي اهم ڳالهه اها آهي ته اسلام جي نقطئه نظر کان اسان کي سڀني انسانن سان عادلاڻو طرز عمل اختيار ڪرڻ گهرجي. هن نقطي کي اسان هن آيت مبارڪ مان ڪيڏي سگهون ٿا، جنهن ۾ ارشاد باري تعاليٰ آهي "وَلَا يَجْرِمَنَّكُمْ شَنَاٰنُ قَوْمٍ عَلٰٓى اَلَّا تَعْدِلُوْا اِعْدِلُوْا هُوَ اَقْرَبُ لِلتَّقْوٰى" (مائده آيت 8) معنيٰ: ڪنهن قوم جي دشمني توهان کي هن ڳالهه تي نه اڀاري جو توهان بي انصافي ڪريو بلڪ انصاف ڪريو اها ڳالهه پرهيزگاري کي وڌيڪ ويجهو آهي.

يعني توهان جون ديني، گڏيل ۽ سياسي دشمنيون توهان کي پنهنجي دشمنن ۽ مخالفن سان عادلاڻو طرز عمل اختيار ڪرڻ کان روڪي نه ڇڏين. ڇو ته دشمني ۽ مخالفت هڪڙي ڳالهه آهي ۽ عدالت ۽ انصاف ٻي ڳالهه. تنهنڪري جيڪڏهن ڪو ڪٽر ڪافر به توهان تي ڪو حق رکندو هجي ته توهان کي ان جي حق جي حفاظت ڪرڻ گهرجي ۽ ان کي ان جو حق ڏيڻ گهرجي.

ٻي ڳالهه هي ته "اصول ڪافي" ۾ امامن سڳورن مان ڪنهن هڪڙي امام جي روايت نقل ڪئي وئي آهي ته: "اوحي الله الي نبي في مملكة جبار من الجبارين، قال له: انت هذا الجبار و قل له انما استعملتک لتكف عني اصوات المظلومين، فاني لن ادع ظلامتهم ولو كانوا كفارا" يعني: الله تعاليٰ ظالم حڪمرانن مان هڪڙي سلطنت ۾ زندگي بسر ڪرڻ واري هڪڙي پيغمبر سڳوري کي وحي ڪئي، ان کي فرمايو ته ان ظالم وٽ وڃي ۽ ان کي چئي ته مان (الله) تنهنجي لاءِ هڪڙو اهڙو ڪم ڪيان ٿو جنهن جي بدلي ۾ تون هي ڪر جو منهنجي ڪنن تائين مظلومن جون صدائون نه پهچن، ڇو ته مان مدد جي لاءِ پڪاريل صدائن کي رد نٿو ڪري سگهان، چاهي اهي صدائون ڏيڻ وارا ڪافر ئي ڇو نه هجن.

سو الله تعاليٰ ظلم کي ورهايو نہ آهي، ان جا حصا ۽ ٽڪرا نہ ڪيا آهن. تہ ڪو ظلم جائز هجي ۽ ڪوئي ناجائز. اهڙيءَ طرح الله تعاليٰ اسان کي خطاب فرمائي ٿو: ”اِنَّ اللّٰہَ یَاۡمُرُ بِالۡعَدۡلِ وَالۡاِحۡسَانِ“ (سورت نحل آيت 90) معنيٰ: بيشڪ الله عدل ۽ احسان جو حڪم ڏئي ٿو.

”وَاِذَا قُلۡتُمۡ فَاعۡدِلُوۡا وَلَوۡ کَانَ ذَا قُرۡبٰی“ (انعام آيت 152) معنيٰ: جڏهن ڳالهہ ڪيو تہ انصاف واري ڪيو چاهي پنهنجي مائٽن جي خلاف ڇو نہ هجي.

”یٰۤاَیُّهَا الَّذِیۡنَ اٰمَنُوۡا کُوۡنُوۡا قَوّٰمِیۡنَ بِالۡقِسۡطِ شُهَدَآءَ لِلّٰهِ وَلَوۡ عَلٰۤی اَنۡفُسِکُمۡ اَوِ الۡوَالِدَیۡنِ وَالۡاَقۡرَبِیۡنَ اِنۡ یَّکُنۡ غَنِیًّا اَوۡ فَقِیۡرًا فَاللّٰهُ اَوۡلٰی بِهِمَا فَلَا تَتَّبِعُوا الۡهَوٰۤی اَنۡ تَعۡدِلُوۡا“ (نساء آيت 135) معنيٰ: اي ايمان وارو! انصاف تي قائم رهو ۽ الله جي واسطي شاهدي ڏيندا ڪريو توڙي شاهدي ڏيڻ ۾ توهان جو يا ماءُ پيءُ جو يا مائٽن جو نقصان هجي، جنهن تي شاهدي ڏيو اهو دولتمند هجي يا مسڪين، بهرحال، الله کي ان بابت سڀ کان وڌيڪ اختيار آهي تنهنڪري انصاف ڪرڻ ۾ سڌُن پٺيان نہ لڳو.

تنهنڪري جيڪڏهن اسان حقيقي معنيٰ ۾ عدالت تي يقين رکون ٿا تہ لازم آهي تہ اسان پنهنجي سيني مقصدن ۾ شعور ۽ ڄاڻ، سجاڳي، شجاعت ۽ منصوبہ بندي جي بنياد تي قدم کڻون. ڇو تہ امام مهدي عليہ السلام جي حوالي سان حديث هڪڙي اهم ڳالهہ ڏانهن اشارو ڪري ٿي ۽ اها هي تہ ”يملا الارض قسطا و عدلا کما ملئت ظلما و جورا“ يعني: زمين کي اهڙيءَ طرح عدل ۽ انصاف سان پري ڇڏيندو، جيئن اها ظلم ۽ ستم سان ڀرجي وئي هوندي. مطلب تہ وسيع پيماني تي عدالت جو قيام، پوري زندگيءَ جي لاءِ هڪڙي مقصد جي حيثيت رکي ٿو ۽ هڪڙي اسلامي اصول طور ڳڻجي ٿو. جيڪڏهن اسان الحديد سورت جي 25 آيت ”لَقَدۡ اَرۡسَلۡنَا رُسُلَنَا بِالۡبَیِّنٰتِ وَاَنۡزَلۡنَا مَعَهُمُ الۡکِتٰبَ وَالۡمِیۡزَانَ لِیَقُوۡمَ النَّاسُ بِالۡقِسۡطِ“ معنيٰ: بيشڪ اسان پنهنجي رسولن کي معجزن سان موڪليو ۽ انهن سان گڏ ڪتاب ۽ عدل جي تارازي

لاٿيسين تہ جيئن ماڻهو انصاف کي قائم ڪن. جنهن کي اسان پڙهندا آهيون، جي بنياد تي گفتگو ڪيون تہ معلوم ٿيندو تہ ان ۾ "قسط" مان مراد عدالت ئي آهي. حضرت آدم عليہ السلام کان وٺي حضرت محمد صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي زماني تائين سموريون رسالتون، عقيدا، قانون ۽ تعليم انسان جو پنهنجو پاڻ سان، پنهنجي الله سان ۽ پنهنجي اوڙي پاڙي ۾ رهڻ وارن انسانن سان تعلقات ۾ عدالت جي قيام لاءِ هيون.

تنهنڪري عدل ۽ انصاف هڪڙو اهڙو بنيادي مسئلو آهي، جنهن جي بنياد تي اسلام بيٺل آهي. تنهنڪري انسان کي گهرجي تہ پاڻ سان عدالت ڪري ۽ ڪفر، سُستي، غفلت ۽ گمراهي ۾ مبتلا ٿي پنهنجو پاڻ تي ظلم نہ ڪري. الله سان عدالت سان پيش اچي، ان جي هيڪڙائي جو قائل هجي، ان سان ڪنهن کي بہ شريڪ نہ ڪري، ان جي اطاعت ڪري، ان جي مخالفت کان ٽارو ڪري، ڪنهن تي ظلم نہ ڪري، پنهنجي ماحول ۽ دنيا سان بہ عادلاڻو طرز عمل اختيار ڪري ۽ حق کان سواءِ ٻيو ڪوبہ سلوڪ نہ ڪري.

## سياسي تحريڪون ۽ عدالت جو مسئلو

سماج ۾ تبديليءَ جي لاءِ جدوجهد ڪرڻ وارين گهڻين ئي اسلامي ۽ غيراسلامي تحريڪن جي مشڪل اها آهي تہ اهي صرف حڪومتي ميدان ۾ عدالت جي قيام جي ڳالهہ ڪن ٿيون، جڏهن تہ انفرادي ۽ اجتماعي زندگيءَ ۾ عدالت جي ڳالهہ نٿيون ڪن. اسان اها ڳالهہ چڱيءَ طرح ڄاڻون ٿا تہ انفرادي عدالت اجتماعي عدالت جي راهہ هموار ڪندي آهي ۽ سماجي ۽ اجتماعي سطح تي عدالت سياسي عدالت جو رستو صاف ڪندي آهي. الله تعاليٰ فرمائي ٿو"اِنَّ اللّٰهَ لَا يُغَيِّرُ مَا بِقَوۡمٍ حَتّٰى يُغَيِّرُوۡا مَا بِاَنۡفُسِهِمۡ" (رعد آيت 11) معنيٰ: بيشڪ الله ڪنهن قوم جي حالت ايستائين نہ ڦيرائيندو آهي جيستائين جو اهي جيڪي سندن دلين ۾ آهي پاڻ نہ مَٽائين.

تنهنڪري جيڪڏهن عدالت جي نفاذ جي لاءِ انسان خود پنهنجو پاڻ کي تبديل نہ ڪري تہ پلا موجوده صورتحال ۾ ڪهڙيءَ طرح تبديلي آڻي سگهي ٿو؟ ڇوتہ حقيقت ۾ خود انسان پاڻ ئي ان صورتحال کي پيدا ڪيو آهي.

الله تعاليٰ دنيا جي تعمير جي ذميواري خود انسان جي حوالي ڪئي آهي ۽ ان کان تقاضا ڪئي آهي تہ اهو پنهنجي طاقت، عزم، ارادي، شعور ۽ ڄاڻ سان گڏ پنهنجي ذميواري جي مطابق زمين جو انتظام هلائي، ڇو تہ اهو زمين تي الله جو خليفو آهي.

هن جاءِ تي هڪڙو سوال اڀري ٿو ۽ اهو هي تہ آخر ڇو اسلامي يا غير اسلامي تحريڪون ڪامياب نٿيون ٿين، چاهي اهي تحريڪون اصلاحي هجن يا انقلاب ۽ تبديلي جون داعي.

هن سوال جي جواب ۾ چئي سگهجي ٿو تہ انهن تحريڪن جا ڪجهہ سرگرم ماڻهو عدل ۽ انصاف کان ڪم نٿا وٺن. ان جو سبب اهو هوندو آهي تہ اهي ذاتي يا شخصي تعصب جو شڪار هوندا آهن. جيڪڏهن شخصي تعصب کان هٽيل هجن تہ گروهي تعصب ۾ مبتلا هوندا آهن. تنهنڪري انهن جي تحريڪ سڀني انسانن کي نظر سامهون رکڻ جي بجاءِ انهن جي لاءِ دروازا بند ڪري ڇڏيندي آهي ۽ اهي ماڻهو پنهنجو پاڻ کي هڪڙا اعليٰ ۽ ٻين کان وڌو سمجهڻ لڳندا آهن. ايئن اهي پاڻ اندر ۾ ڪمزور ٿي ويندا آهن.

تنهنڪري اسان کي گهرجي تہ تحريڪن، تنظيمن جو حصو ٿيڻ سان گڏوگڏ آزاد خيال بہ رهون ۽ پاڻ کي شخصيت پرستي، گروهہ پرستي، قبيلو پرستي، قوم پرستي ۽ فرقہ پرستي ۾ گرفتار ٿيڻ نہ ڏيون. بلڪ اسان کي گهرجي تہ ڏکهي نظر کان ڪم وٺون تہ جيئن اسان جو وجود سڀني ماڻهن جي لاءِ، سڀني انسانن جي لاءِ، پوري اسلام جي لاءِ هجي.

تنهنڪري جيڪڏهن معاشري ۾ تبديليءَ جي تمنا آهي تہ لازم آهي تہ اسان پنهنجن فڪرن، جذبن ۽ احساسن کي ان دائري مان ٻاهر

ڪيون. ڇو تہ اسان جيڪڏهن ان ڳالهہ تي ايمان رکون ٿا تہ امام مهدي عليہ السلام زمين کي عدل ۽ انصاف سان ڀري ڇڏيندا تہ اسان کي اهڙيءَ طرح اهو عقيدو بہ رکڻ گهرجي تہ اهي پوري دنيا جي باري ۾ سوچيندا، انهن جي دل پوري دنيا لاءِ ڌڙڪندي ۽ انهن جو قيام تعصب، علائقي پرستي يا قوم پرستي جي تنگ گهيري تائين محدود نہ هوندو. بلڪ سڀني انسانن جي لاءِ هوندو. ڇوتہ الله رب العزت رب العالمين آهي، اسان جا نبي صلي الله عليہ وآلہ وسلم بہ سموري دنيا جا رسول آهن، امام سڀ ڳورا سڀني جهانن جي لاءِ امام آهن ۽ اهو اٽتر آهي تہ مصلح بہ دنيا جي سڀني انسانن جي لاءِ مصلح هجي.

جيڪو ذميوار مسلمان اهي عقيدا ۽ فڪر رکي ٿو ان کي گهرجي تہ پنهنجو پاڻ کي اهڙو انسان سمجهي، جنهن جي ذمي هڪڙو عالمگير مشن آهي. ان کي گهرجي تہ حڪمت، سٺي نصيحت، سٺي بحث، امربالمعروف، نهي عن المنڪر ۽ جهاد جي ذريعي پنهنجي وس آهر سڀني انسانن کي اسلام جي دائري ۾ آڻڻ جي منصوبہ بندي ڪري.

اسان کي پاڻ کي تنگ دائري ۾ قيد نہ ڪرڻ گهرجي. بلڪ اسان کي گهرجي تہ پنهنجي پاڪ ۽ پاڪيزه پيغام ۽ پنهنجي ذميواري جي بنياد تي عمل ڪريون. تہ جيئن ان جي ذريعي هڪڙي عدل واري حڪومت جي قيام جي خاطر، ان عظيم تحريڪ جا ساٿي ۽ مددگار ٿي سگهون. جنهن جي وسيلي اسلام کي عزت ۽ سربلندي نصيب ٿيندي، ظلم ۽ نفاق ذليل ۽ خوار ٿيندو ۽ اسان الله جي بندگيءَ ڏانهن دعوت ڏيڻ وارا ٿينداسين.

## امام مهدي عليہ السلام جي غيبيت

## جو تعلق الله جي غيبي معاملن مان آهي.

امام مهدي عليہ السلام جي باري ۾ گفتگو ڪندي اسان امام سڀ ڳوري جي باري ۾ اسلامي عقيدي جو جائزو وٺنداسين. اهو امام جنهن جو مشن، پيغمبر صلي الله عليہ وآلہ وسلم ۽ ٻين امام سڀ ڳورن هي ٻڌايو

آهي تہ ”يخرج ليملا الارض قسطا وعدلا كما ملئت ظلما و جورا“ يعني: اهو قيام ڪندو ۽ زمين کي اهڙيءَ طرح عدل ۽ انصاف سان ڀري ڇڏيندو جيئن اها ظلم ۽ ستم سان ڀرجي وئي هوندي. امام عليہ السلام جي ظهور کانپوءِ اسلام پوري ڌرتي تي پکڙجي ويندو ۽ انساني زندگيءَ ۾ رائج ٿي ويندو.

جڏهن اسان امام مهدي عليہ السلام جي غيبيت جي باري ۾ گفتگو ڪريون ٿا تہ بنيادي طور تي اسان جو مقصد امام سڳوري جي ڊگهي غيبيت جي تائيد ڪرڻ هوندو آهي. ڇوتہ جڏهن اهو مسئلو پيغمبر صلي الله عليہ وآلہ وسلم ۽ ان جي وصين (اوصياء) جيڪي معصوم امام آهن جي واسطي سان ثابت ٿيل هجي تہ لازم آهي تہ اسان عقيدي جي نقطئہ نظر سان ان کي هڪڙي حقيقي ڳالهہ ڄاڻيون. ان کان پوءِ جيڪڏهن غيبيت جا ڪجهہ مسئلا (جنهن جو بنياد الله جي حڪمت آهي) اسان کي سمجهڻ جي قابل محسوس نہ ٿين، تڏهن بہ انهن تي ايمان رکون ۽ ان ڳالهہ جي ڪوشش ڪريون تہ جيڪي گمان اسان کي قطعي نتيجي تي پهچائين ٿا (انهن جي مضبوط هجڻ جي صورت ۾) انهن کي ان جو ذميمو قرار ڏيون.

تنهنڪري جيڪڏهن ڪنهن ڳالهہ جي باري ۾ اهو ثابت ٿئي تہ اها پيغمبر صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمائي آهي، هاڻي چاهي اها ڳالهہ ڏسڻ ۾ اچڻ (حضوري) يا محسوس ڪرڻ (حِسي) وارن معاملن سان تعلق رکندي هجي، چاهي اها اغيبي ڳالهين جي دائري ۾ ايندي هجي ۽ هڪڙي اهڙي حقيقت رکندي هجي جنهنجو تعلق اسان جي عقيدي سان هجي تہ اسان کي گهرجي تہ ان تي ايمان رکون. ڇو تہ جهانن جي پالڻهار جي فرمان مطابق پيغمبر صلي الله عليہ وآلہ وسلم ”وَمَا يَنْطِقُ عَنِ الْهَوٰى ۝٣ اِنْ هُوَ اِلَّا وَحْيٌ يُّوْحٰى ۝٤“ (سورت نجم) معنيٰ: ۽ هي پنهنجي خواهش سان نہ ڳالهائيندو آهي ﴿٣﴾ مگر جيڪو کيس وحي ڪيو ويندو آهي ﴿٤﴾

ان بنياد تي جن ڳالهين جي باري ۾ اسان کي پيغمبر صلي الله عليہ وآلہ وسلم ٻڌايو آهي ۽ جن جو حضور جن جي طرفان پيش اچڻ قطعي طريقن سان ثابت آهي، اهي ڳالهيون حقيقت ۽ واقعيت رکن ٿيون. تنهنڪري جيڪڏهن اهي ڳالهيون غيبي معاملن سان تعلق رکنديون هجن تہ اسان کي انهن تي ايمان رکڻ گهرجي. جيڪڏهن ڏسڻ ۾ اچڻ (حضوري)) يا محسوس ڪرڻ (حِسي) وارن معاملن مان آهن تہ اهي خود اسان جي سامهون هونديون.

هر صورت ۾ امام مهدي عليہ السلام جو مسئلو اماميہ عقيدي جي حوالي سان الله جي غيبي معاملن مان آهي. ڇوتہ هي مسئلو تہ هڪڙو شخص ظاهر ٿيندو ۽ پوري دنيا ۾ عدل ۽ انصاف قائم ڪري ڇڏيندو، هڪڙي غيبي ڳالهہ آهي، ڪو عام مسئلو ناهي. ان جي لاءِ الله تعاليٰ هر ڳالهہ تي قدرت رکي ٿو ۽ جنهن تي بہ چاهي پنهنجي رحمت جو پاڇو وجهي سگهندو آهي. ان بنياد تي امام مهدي عليہ السلام جي غيبيت جي باري ۾ ڪيل سڀ وضاحتون، ان حقيقت کي ڄاڻڻ کان عاجز آهن، ڇوتہ هي اها حقيقت آهي جنهن کي الله تعاليٰ کان سواءِ ڪير بہ نٿو ڄاڻي.

## عقل ۽ غيبيت جو مسئلو

جيئن ٻيا سيئي انسان پيدا ٿيندا آهن، اهڙيءَ طرح امام مهدي عليہ السلام بہ دنيا ۾تشريف ڪٽي آيا ۽ الله تعاليٰ جي علم ۽ ارادي سان غيبت جي پردي ۾ هليا ويا. اسلام جي پيغمبر صلي الله عليہ وآلہ وسلم ۽ انهن کان پوءِ اچڻ وارن امامن سڀني اسان کي ٻڌايو آهي تہ امام مهدي عليہ السلام ظهور فرمائيندو تہ جيئن زمين کي عدل ۽ انصاف سان ڀري ڇڏي، جيئن اها ان جي ظهور کان اڳ ظلم ۽ ڏاڍ سان ڀرجي وئي هوندي. جيڪڏهن اسان غيبيت جي مسئلي کي پنهنجي عقيدي ۾ پختو ڪرڻ گهرون تہ اسان کي ان نقطي کان واقف هجڻ گهرجي تہ غيبيت تي ايمان عقل ۽ شريعت جي بنيادن تي ٻڌل آهي.

هن جاءِ تي اسان هڪڙو سوال اٿاريون ٿا ۽ اهو سوال هي آهي تہ اسان جنت ۽ دوزخ تي ايمان رکون ٿا. آخرت تي بہ اسان جو ايمان آهي. جڏهن تہ اسان مان ڪنهن هڪڙي بہ نہ جنت ۽ نہ دوزخ کي ڏٺو آهي، ۽ نہ آخرت جي حقيقت جو مشاهدو ڪيو آهي. اسان الله جي ملائڪن تي انهن کي ڏسڻ کان سواءِ ايمان رکون ٿا. اهڙيءَ طرح اسان گهڻين ئي بي حِسي ڳالهين تي ايمان رکون ٿا. اسان انهن ڳالهين تي ڪيئن يقين رکون ٿا؟

شروع کان ئي اسان هڪڙي مختصر جائزي جي ذريعي انهن سيني شين تي ايمان آڻيون ٿا. اسان ڏسون ٿا تہ آيا اها ڳالهہ ممڪن آهي يا ناممڪن؟ محال آهي يا غير محال؟

اسان پنهنجو پاڻ کان سوال ڪريون ٿا تہ ڇا ان ڳالهہ جو امڪان آهي تہ الله تعاليٰ انسان جي مٽي ٿي وڃڻ کان پوءِ ان کي ٻيهر ان جي اصل حالت ۾ واپس آڻيندو؟ ڇا الله ان کي ٻيهر پيدا ڪري سگهي ٿو؟ يا اهو محال آهي؟

ان جي جواب ۾ اسان چوندا آهيون تہ الله تعاليٰ ان جي ايجاد ۽ تخليق تي قادر آهي ۽ ان وٽ ٻيهر زنده ڪرڻ جي طاقت بہ آهي ”وَضَرَبَ لَنَا مَثَلاً وَّنَسِیَ خَلْقَهٗ قَالَ مَنْ يُّحْيِ الْعِظَامَ وَهِیَ رَمِيْمٌ ﴿٧٨﴾ قُلْ يُحْيِيْهَا الَّذِیْٓ اَنْشَاَهَآ اَوَّلَ مَرَّةٍ وَّهُوَ بِكُلِّ خَلْقٍ عَلِيْمٌ ﴿٧٩﴾“ (يٰس آيت 78 ۽ 79) معنيٰ: ۽ اسان جي لاءِ مثال بيان ڪندو آهي ۽ پنهنجي پيدائش وساري ويٺو آهي، چوي ٿو تہ هنن هڏن کي جڏهن اهي بلڪل ڳري ويندا تہ ڪير جيئرو ڪندو ﴿٧٨﴾ اي پيغمبر! ڪين چئو تہ جنهن پهرين پيري انهن کي ناهيو هو انهن کي اهوئي وري جياريندو ۽ اهو خلقڻ ۾ وڏو ماهر آهي ﴿٧٩﴾

تنهنڪري جيڪڏهن موت مان زندگي ڪڍڻ ممڪن آهي ۽ قابل قبول آهي تہ پوءِ عدم ۾ تبديل ٿي وڃڻ واري زندگيءَ کي واپس موٽائڻ بہ ممڪن آهي. ڇوتہ الله تعاليٰ انهن ٻنهي ڳالهين (خلق ڪرڻ ۽ ٻيهر زنده ڪرڻ) تي قادر آهي. بلڪ ٻيهر زنده ڪرڻ، خلق ڪرڻ کان

وڏيڪ آسان آهي. ڇوته خلق ڪرڻ بغير نموني يا مثال جي ايجاد ڪرڻ آهي، جڏهن ته ٻيهر زنده ڪرڻ ان نموني جي بنياد تي آهي جيڪو پهريان کان موجود آهي. تنهنڪري ايجاد جو عمل شئي کي وجود ۾ آڻڻ جو عمل آهي ۽ ان کي ٻيهر واپس آڻڻ، وجود واري نموني ۾ آڻڻ کان پوءِ ان کي ٻيهر ان جي پهرين حالت ۾ موٽائڻ آهي.

هڪڙي ٻئي سوال جو جواب باقي رهجي ويو آهي ۽ اهو سوال هي آهي ته هر ممڪن شئي لازمي طور وجود ۾ نه ايندي آهي. ڇوته جنت ۽ جهنم ممڪن ڳالهين مان آهن، جڏهن ته اهي اڃا وجود ۾ نه آيون آهن. پوءِ اسان انهن کي ڪيئن ثابت ڪيون؟

ان سوال جو جواب اهو آهي ته اسان جي لاءِ پيغمبر صلي الله عليہ وآلہ وسلم آيا ۽ اسان جي عقل انهن جي تصديق ڪئي آهي. تنهنڪري جڏهن اسان حضرت محمد صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي تصديق ڪئي آاهي ته اها تصديق انهن سان محبت ۽ عقيدت جي بنياد تي ناهي، بلڪ يا ته انهن جي نبوت تي قطعي ۽ يقيني دليلن جي ذريعي اسان انهن جي تصديق ڪئي آهي يا معجزن وسيلي (جيڪي ممڪن آهي انهن کان پهرين نبين سڀني جيئن حضرت موسيٰ، حضرت عيسيٰ، حضرت ابراهيم عليهم السلام وانگر معجزا هجن يا قرآن شريف ۽ ٻيا معجزا جيڪي رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي درستي ۽ سچائي جو دليل آهن) اسان انهن جي تصديق ڪئي آهي.

وڏيڪ اڳتي وڌون ٿا. جڏهن اسان تي اها ڳالهہ ثابت ٿي وئي ته حضرت محمد صلي الله عليہ وآلہ وسلم نبي آهن ۽ اهي اسان کي جن ڳالهين جي خبر ڏئي رهيا آهن، اهي سچيون آهن، ته ان ئي پيغمبر صلي الله عليہ وآلہ وسلم، الله جي ڪتاب ذريعي اسان کي ٻڌايو آهي ته جنت ۽ جهنم جو وجود آهي، عذاب ۽ رحمت جا ملائڪ وجود رکن ٿا، انهن ئي اسان کي هي خبر ڏني آهي ته مهدي جو وجود آهي ۽ اهي آخري زماني ۾ ظاهر ٿيندا ۽ زمين کي عدل ۽ انصاف سان ڀري ڇڏيندا.

اسان محمد صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي نبوت جي تصديق ذريعي هڪڙي محسوس حقيقت تي ايمان جو اظهار ڪيون ٿا ۽ ان ئي ايمان جي بنياد تي غيب تي اسان جو ايمان ٻڌل آهي ۽ اسان غيب تي يقين رکون ٿا. تنهنڪري امام مهدي عليہ السلام جي غيبيت جو مسئلو هڪڙو ڪوڪلو ۽ بي بنياد مسئلو ناهي، ۽ ان تي اسان جي ايمان جو بنياد وهم ۽ گمان ناهي، بلڪ غيب تي ايمان هڪڙي علمي ۽ عقلي حقيقت تي ٻڌل آهي، جنهن تي اسان روشني وجهي چڪا آهيون.

اسان امام زمانہ جي غيبيت تي ايمان رکون ٿا، ڇوتہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم تي ايمان رکون ٿا ۽ اسان ان جي تصديق ڪئي آهي، ۽ انهن اسان کي ان باري ۾ خبروار ڪيو آهي، ۽ جيئن تہ اها هڪڙي ممڪن ڳالهہ آهي، ان ڪري اسان ان تي يقين رکون ٿا.

# ڊگهي ڄمار

ڪنهن جي ڊگهي عمر ٿيڻ عقلي طور تي ڪا قبول نہ ڪرڻ جي ڳالهہ ڪانهي. ڇو تہ عقل ان ۾ ڪا رڪاوٽ محسوس نٿو ڪري. جيستائين انسان جا عضوا ۽ هٿ پير ڪم ڪرڻ جي طاقت رکن ٿا ۽ جيستائين الله گهري انسان جي ڊگهي عمر ٿي سگهي ٿي. اهي علمي نظريا ۽ فڪر جن ۾ انسان ۽ ان جي ڊگهي عمر جي باري ۾ تحقيق ڪئي وڃي ٿي، انهن جي نظر ۾ ان حوالي سان ڪا سنجيده رڪاوٽ يا اعتراض ڪونهي. جيستائين الله گهري تہ انسان ڊگهي عمر گذاري سگهي ٿو.

جديد سائنس ٻڌائي ٿي تہ اسان اجا تائين اهڙن اصولن ۽ نظرين تائين رسائي حاصل نہ ڪري سگهيا آهيون، جن جي ذريعي خلين (Cells) جي تجديد ۽ انهن جي بقا جو راز ڳولي سگهون. جيڪڏهن اسان اهي ڳالهيون ڳولهي لهڻ ۾ ڪامياب ٿي وڃون تہ انسان ڊگهي عمر گذارڻ جي قابل ٿي سگهي ٿو. تنهنڪري نظري (Theoretically) اعتبار کان ڊگهي عمر ۾ رڪاوٽ نٿي ملي. پر سائنس جو اهو چوڻ آهي

تہ ان راز تان پردو کڇي نہ سگهيو آهي، جنهن جي ذريعي ڊگهي عمر جو حقيقي ۽ خارجي دنيا ۾ تجربو ڪري سگهجي.

باقي عقل ۽ علم ان حوالي سان ڪابہ رڪاوٽ محسوس نٿا ڪن ۽ قرآن شريف بہ الله جي هڪڙي نبي (حضرت نوح عليہ السلام) جي ڊگهي عمر کي ثابت ڪيو آهي. حضرت نوح عليہ السلام (طوفان کان اڳ) پنهنجي قوم جي وچ ۾ نوَ سئو پنجاهہ سال رهيا هيا. طوفان کان پوءِ پاڻ ڪيترو عرصو جيئرو رهيا، ان باري ۾ اسان کي ڪجهہ بہ معلوم ڪونهي.

تنهنڪري جيڪا هستي قدرت الاهي جي ذريعي نَوَ سئو پنجاهہ سال زندگي گذاري سگهي، اها هزار سال ٻيا بہ زندگي گذاري سگهي ٿي. ان بنياد تي اهي ڳالهيون جيڪي هن زماني ۾ ممڪن ٿي چڪيون آهن، انهن جو ڪنهن ٻئي زماني ۾ واقع ٿيڻ جو امڪان بہ ملي ٿو. قرآن شريف تاڪيد ڪري ٿو تہ ڊگهي عمر ڪا اڻ ٿيڻي ڳالهہ ناهي. تان جو ان جو شمار اهڙن قديم مسئلن ۾ بہ نٿو ڪري سگهجي، جيئن حضرت نوح عليہ السلام جي معاملي ۾ هو.

اڄوڪي دور ۾ اسان ٻڌندا آهيون تہ فلاڻي شخص بہ سئو سال، ٽي سو سال جي ڄمار پاتي آهي. تنهنڪري جڏهن ايتري عمر ممڪن آهي تہ ان کان وڌيڪ عمر بہ هڪڙي ممڪن ڳالهہ آهي. البت، الله جي قدرت انهن مڙني ڳالهين کان مٿاهين آهي. تنهنڪري امامِ زمانہ جي ڊگهي ڄمار جو مسئلو انهن اسلامي حقيقتن جي زمري ۾ اچي ٿو جن ۾ خارجي پهلو حضوري ۽ حقيقي پهلو سان مليل آهي.

## غيبيت واري زماني ۾ اسان جي ذميواري

امامِ زمانہ جي غيبيت جي ڳالهہ ڪندي اسان کي پنهنجي ذميوارين ۽ ڪردار جو بہ جائزو وٺڻ گهرجي. اسان هن ڳالهہ جا قائل آهيون تہ امامِ زمانہ هڪڙو غيبي مشن رکي ٿو اهو ظهور ڪندو تہ

جيئن خالص ۽ واضح اسلام کي اسان جي سامهون پيش ڪندا، اهڙي اسلام کي جنهن ۾ ڪنهن به قسم جو مونجهارو نه هوندو ۽ جنهن ۾ فرقيوارانا اختلاف ۽ هڪڙي کان وڌيڪ اجتهادن جي گنجائش نه هوندي. ايستائين جو ڪجهه حديثن جي مطابق ماڻهو سمجهندا ته اهو هڪڙو نئون دين وٺي آيو آهي، جڏهن ته قرآن شريف زور ڏئي اها ڳالهه چئي آهي ته رسول الله صلي الله عليه وآله وسلم کان پوءِ ڪوبه نبي نه ايندو ۽ "اَلْيَوْمَ اَكْمَلْتُ لَكُمْ دِيْنَكُمْ وَاَتْمَمْتُ عَلَيْكُمْ نِعْمَتِيْ وَرَضِيْتُ لَكُمُ الْاِسْلَامَ دِيْنًا" (مائده آيت 3) معنيٰ: اڄ مون توهان جي لاءِ توهان جو دين مڪمل ڪري ڇڏيو ۽ توهان تي پنهنجي نعمت پوري ڪئي ۽ توهان جي لاءِ اسلام کي دين پسند ڪيو.

۽ حديث ۾ آيو آهي ته "حلال محمد حلال الي يوم القيامة وحرامه حرام الي يوم القيامة" يعني: محمد ﷺ جو حلال ڪيل قيامت تائين حلال آهي ۽ ان جو حرام ڪيل قيامت تائين حرام آهي.

تنهنڪري ڪير به ان ڳالهه تي وس وارو ناهي ته دين ۾ ڪا تبديلي يا ڦيرڦار پيدا ڪري. پر ماڻهن جو اسلام کان پري ٿي وڃڻ ۽ اجتهادن ۾ اختلاف (جنهن اسلام جي گهڻن ئي امتيازن کي برباد ڪري ڇڏيو آهي) هن ڳالهه جي تقاضا ڪري ٿو ته معصوم امام وانگر هڪڙو شخص هجي جيڪو معاملن کي صحيح دڳ تي آڻي. ڇوته جڏهن اسان هڪڙي مسئلي ۾ ٻه يا انهن کان وڌيڪ نظريا رکون ٿا ته اها ڳالهه ممڪن نٿي رهي ته اسان اهو فيصلو صادر ڪيون ته اهي سڀ جا سڀ اسلام جي مطابق آهن. جڏهن ته ممڪن آهي ته انهن مان ڪو هڪڙو يا ڪجهه اسلام جي مطابق هجن ۽ باقي جو اسلام سان ڪوئي تعلق نه هجي. ڇو ته اسلام جي حقيقت هڪڙي ئي آهي.

تنهنڪري جڏهن ماڻهو ڊگهي عرصي تائين مختلف اسلامي مذهبن ۽ مجتهدن سان زندگي گذاريندا ته اصل اسلام جي روشن ۽ صاف سٺري صورت وساري ويهندا. ان بنياد تي (امام مهدي عليه جي

ظهور جي موقعي تي) ماڻهو خيال ڪندا تہ انهن کي نظر اچڻ واري شئي هڪڙو نئون دين آهي. جيڪڏهن عجيب محسوس ٿيڻ جي ڪري اسان جي لاءِ هي وضاحت قابل قبول نہ هجي تہ هڪڙو ٻيو مثال پيش ڪريون ٿا. اڄوڪي دور ۾ ئي ڏسو تہ جڏهن ماڻهو فقيهن جي وچ ۾ مشهور فتوائن ۾ هڪڙي اڌ ڄاتل فتوا ڏسندا آهن تہ چوندا آهن تہ هي نئين فقهہ آهي. حالانڪ اها نئين فقهہ نہ هوندي آهي، بلڪ فقهہ جي هڪڙي نئين سمجهہ هوندي آهي. اهڙي نئين فقهہ ايجاد ڪرڻ جيڪا عهدِ رسالت ۾ نہ هئي ۽ عهدِ رسالت ۾ موجود فقهہ تي هڪڙي نئين سمجهاڻي پيش ڪرڻ ۾ مختلف ڳالهيون آهن.

***

هڪڙو سوال باقي رهي ٿو ۽ اهو هي آهي تہ غيبيت واري زماني ۾ اسان جي ذميواري ۽ فرض ڪهڙو آهي؟

امام عليہ السلام هڪڙي راوي جي سوالن جا جواب ڏيندي، اسان جي لاءِ هڪڙي اهڙي رستي جي نشاندهي ڪئي آهي، جيڪو اسان کي اختيار ڪرڻ گهرجي، انهن پنهنجي چئن نائبن جي دور ۾ پنهنجي پيروڪارن کي سمجهايو تہ غيبيت صغريٰ جو دور ختم ٿيڻ وارو آهي (جنهن دوران ماڻهو انهن چئن نائبن معرفت ۽ واسطي سان امامِ زمانہ سان رابطو ڪندا هيا) ۽ غيبيت ڪبريٰ جي شروعات ٿيڻ واري آهي. تنهنڪري امام سڳوري سوال ڪرڻ واري شخص کي جواب ڏيندي فرمايو تہ "واما الحوادث الواقعة (نون پيدا ٿيل حالتن ۽ معاملن ۾) اهڙا معاملا جن جي احڪامن ۽ قانونن کان اسان کي واقف هجڻ گهرجي "فارجعوا فيها الي رواة احاديثنا" (اهڙن ماڻهن سان رجوع ڪيو جيڪي اسان جون حديثون گڏ ڪندا آهن، انهن کي سهيڙي ترتيب ڏيندا آهن ۽ انهن کي سمجهندا آهن) "فانهم حجتي عليكم"(اهي توهان تي منهنجي حجت آهن) "وانا حجت الله عليهم" (۽ مان انهن تي الله جي حجت آهيان)

ان بنياد تي غيبيت جي زماني ۾ اسان جي اها ذميواري آهي تہ اهي عالم سڳورا جيڪي اسلام جو عِلم رکن ٿا، متقي ۽ پرهيزگار آهن، جيڪي الله ۽ ان جي رسول سان مخلص آهن، جيڪي ظالم حاڪمن سان تعلق نٿا رکن، جيڪي ڪنهن ظالم طاقت جي اثر هيٺ نہ آهن ۽ جيڪي سياسي، اجتماعي ۽ اقتصادي گمراهي جو شڪار نہ آهن، اسان انهن سان رجوع ڪريون.

رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي هن حديث جو مفهوم بہ اهو ئي اهي، جنهن ۾ حضور جن فرمايو: ”العلماء امناء الرسل، مالم يدخلوا في الدنيا، قيل: يارسول الله! وما دخولهم في الدنيا؟ قال: اتباع السلطان“ يعني: عالم رسولن جا امانتدار آهن، جيستائين اهي دنياداري ۾ ملوث نہ ٿين. پڇيو ويو: اي الله جا رسول! دنيا ۾ملوث هجڻ جي ڇا معنيٰ آهي؟ فرمايائون: بادشاهہ جي تابعداري.

اهڙا ماڻهو جيڪي ظالم ۽ جابر حڪمرانن جي پيروي ڪندا آهن، انهن جي ڪمن کي سٺو بڻائي پيش ڪندا آهن، انهن جي موقف جي تائيد ڪندا آهن ۽ انهن جي خواهشن جي مطابق لڙائي يا صلح جون فتوائون ڏيندا آهن. اهڙيءَ طرح دنياوي مال ۽ عهدي کي حاصل ڪرڻ لاءِ انهن ماڻهن پنهنجو علم ۽ ڏاهپ بادشاهن جي حوالي ڪري ڇڏيا آهن. جڏهن تہ اهي حڪمران نہ صرف ان عالم کي ڪو فائدو نہ پهچائيندا آهن، بلڪ معاشري ۾ ان جي عهدي ۽ دين مان غلط فائدو وٺندا آهن.

تنهنڪري عالم کي گهرجي تہ اهو امامِ زمانہ جي نائب، نبين جي وارث ۽ پيغمبرن جي امين جو ڪردار ادا ڪري. هڪڙو اهڙو انسان بڻجي جيڪو ٻئي جي دنيا لاءِ پنهنجو دين نہ وڪڻي يا پنهنجو دين پنهنجي ئي دنيا جي بدلي نہ وڪڻي، ظالمن جي ظلم ۽ فاسقن جي فسق لاءِ جواز نہ ڪڍي ۽ ان جي جدوجهد ”كلمة الله هي العليا وكلمة الشيطان هي السفلي“ (الله جو بوم بالا هجي ۽ شيطان جو بول هيٺاهون

هجي) لاءِ هجي. اهڙو ٻڌجي جنهن جي باري ۾ حضرت علي عليہ السلام فرمايو:

”لايزيدني كثرة الناس حولي عزة ولا تفرقهم عني وحشة“ يعني: پنهنجي چوڌاري ماڻهن جي گهڻائي ڏسي منهنجي همت نٿي وڌي ۽ نہ انهن جو ٽڙي پکڙي وڃڻ مون کي خوف يا دهشت ۾ مبتلا ڪري ٿو. (نهج البلاغہ: 36)

”الذليل عندي عزيز حتي اخذالحق له, ولقوي عندي ضعيف حتي اخذ الحق منه“ يعني: ڪمزور منهنجي نظر ۾ طاقتور آهي جيستائين مان ان جوحق نہ ڏياريان ۽ طاقتور منهنجي نظر ۾ ڪمزور آهي جيستائين مان ان کان ٻين جو حق نہ ڏياريان. (نهج البلاغہ: 37)

عالم کي گهرجي تہ پنهنجن سڀني معاملن ۾ حق ۽ عدل تي عمل ڪري, ضعيف ۽ ڪمزور ماڻهن جو مددگار ٿئي, انهن سان زندگي گذاري, انهن سان پيار ۽ شفقت تي مبني طرز عمل اختيار ڪري, انهن کي وعظ ۽ نصيحت ڪري, انهن کي تعليم ڏئي, انهن جي وفاداري ۽ دينداريءَ جو قدر ڪري, ڇوتہ الله تعاليٰ پيغمبر اسلام صلي الله عليہ وآلہ وسلم کي خطاب ڪندي فرمايو آهي

”وَاصْبِرْ نَفْسَكَ مَعَ الَّذِيْنَ يَدْعُوْنَ رَبَّهُمْ بِالْغَدٰوةِ وَالْعَشِيِّ يُرِيْدُوْنَ وَجْهَهٗ وَلَا تَعْدُ عَيْنٰكَ عَنْهُمْ ۚ تُرِيْدُ زِيْنَةَ الْحَيٰوةِ الدُّنْيَا ۚ وَلَا تُطِعْ مَنْ اَغْفَلْنَا قَلْبَهٗ عَنْ ذِكْرِنَا وَاتَّبَعَ هَوٰىهُ وَكَانَ اَمْرُهٗ فُرُطًا ﴿٢٨﴾“ (ڪهف آيت 28) معنيٰ: ۽ پنهنجو پاڻ کي انهن سان مانوس رک جيڪي صبح ۽ شام پنهنجي رب کي ياد ڪندا آهن ۽ ان جي رضا گهرندا آهن ۽ تنهنجون نظرون انهن کي ڇڏي هيڏي هوڏي نہ ڦرن, ڇا تون دُنيا جي زندگي جو سينگار گُهرندين, ۽ ان جو چيو نہ وٺ جنهن جي دل کي اسان پنهنجي ياد کان غافل ڪري ڇڏيو ۽ اهو پنهنجي سَڌ جي پٺيان لڳو ۽ ان جو ڪم حد کان ٽپيل آهي ﴿٢٨﴾

ضروري آهي تہ عالم جي دل هرحالت ۾ سڀني انسانن لاءِ ڪليل هجي. اهو سڀني انسانن سان محبت ڪندو هجي، مومنن سان عشق رکندو هجي تہ جيئن ايمان جي واٽ تي انهن جو ساٿي ۽ مددگار ٿئي، غيرمومن انسانن سان بہ محبت ڪري تہ جيئن ايمان جي واٽ تي انهن جي رهنمائي ڪري سگهي ۽ پنهنجي دل۾ ترِ جيترو بہ ساڙ ۽ دشمني نہ رکي، بلڪل صرف حضرت محمد صلي الله عليہ وآلہ وسلم وانگر، جنهن جي دل سڀني انسانن لاءِ ڌڙڪندي هئي ۽ جيڪي سڀني انسانن سان مهرباني ۽ شفقت سان پيش ايندا هيا.

عالم ڪي بهترين اخلاق جو مالڪ هجڻ گهرجي، تہ جيئن ماڻهن سان نرمي، رحمت ۽ ڪامل توجهہ سان زندگي بسر ڪري.

ماڻهن ان سان جيڪا برائي ڪئي هجي ان ڪان درگذر ڪري، ماڻهن جي وچ ۾ ڦڏو فساد پيدا نہ ڪري، ايمان وارن جي گڏجاڻي ۾ ذاتي، گروهي يا قومي تعصب پيدا نہ ڪري، ڇوتہ حديث شريف ۾ آهي

”من تعصب او تعصب له، فقد خلع ربقة الاسلام من عنقه“

يعني: جيڪو بہ تعصب ڪان ڪم وٺي، يا ان جي حق ۾ تعصب ڪيو وڃي، ان جي ڳچيءَ مان اسلام جو رسو ڪڍيو ويندو (ان ڪي اسلام جي دائري مان ڪڍيو ويندو).

ان ڪان پوءِ امام مهدي عليہ السلام پنهنجي ڳالهہ ڪي مڪمل ڪندي فرمايو

”فاذا رايتم العالم محبالدنياه“ يعني جيڪڏهن توهان ڏسو تہ عالم دنيا جو طالبو آهي

يعني جڏهن ڏسو تہ عالم، دين ۽ پنهنجي ذميوارين تي ڌيان نٿو ڏئي ۽ اسلام جي سربلندي ۽ امتِ اسلاميہ جي عزت جي لاءِ ڪوبہ ڪم نٿو ڪري، ۽ ان جو سمورو ڌيان پنهنجن مفادن ڪي حاصل ڪرڻ ۽ پنهنجي خواهش ڪي پورو ڪرڻ ڏانهن آهي ۽ هر ذريعي (حلال و حرام) سان مال حاصل ڪرڻ ڏانهن ڌيان ڏئي ٿو تہ ”فاتهموه علي دينكم“ (تہ

پنهنجي دين جي باري ۾ ان کان محتاط رهو) يعني اهڙي شخص کان ديني تعليم حاصل ڪرڻ ۽ ديني معاملن ۾ ان جي پيروي ڪري ان جو ساٿي ٿيڻ کان پرهيز ڪيو.

اهڙيءَ طرح اسان ڏسون ٿا تہ انهن (امام زمانہ) ماڻهن جي سوالن جا جواب ڏيڻ جي ذميواري انهن صالح ماڻهن تي عائد ڪئي آهي، جيڪي اسلام ۽ ائمہ اهلبيت جي ميراث سان وابستہ ۽ ان جا پابند هجن. تنهنڪري ان ئي بنياد تي مجتهد عالم، امام زمانہ جا عام نائب آهن. ڇو تہ اهي سڀ عالم مجتهد جيڪي پنهنجي علم جي ذريعي اسلام ۽ انسانن جي خدمت تي سندرو ٻڌل آهن ۽ معاشري جي روزمره جي مسئلن جي حوالي کان پنهنجي ذميواري تي عمل ڪن ٿا، اهي امام جا نائب آهن، جيڪي انفرادي ۽ اجتماعي ميدانن ۾ امام جي نائبي جا مالڪ آهن. فتوا حاصل ڪرڻ لاءِ انهن ماڻهن سان رجوع ڪرڻ جو مسئلو جنهن کي ”تقليد“ چئجي ٿو، هڪڙو اهڙو مسئلو آهي جنهن جون پاڙون اسلام ۾ پختيون آهن. امام حسن عسڪري عليہ السلام کان نقل ڪيو ويو آهي تہ:

”فاما من كان من الفقها صائنا لنفسه، حافظا لدنيه، مخالفا لهواه، مطبعا لامر مولاه، فللعوام يقلدوه.“ يعني فقيهن مان اهو شخص جيڪو پرهيزگار هجي، دين جو محافظ هجي، نفساني خواهشن جو مخالف هجي، ۽ پنهنجي مولا جي حڪمن جو تابعدار ۽ فرمانبردار هجي، عوام کي گهرجي تہ ان جي تقليد ڪن.

شرعي مسئلن ۾ مجتهدن جي تلقيد جو مسئلو هڪڙو اسلامي، انساني ۽ عقلي مسئلو آهي، جنهن جو بنياد اهو آهي تہ جاهل کي عالم سان رجوع ڪرڻو آهي. الله تعاليٰ فرمايو آهي: ”فَسْـَٔلُوٓا اَهْلَ الذِّكْرِ اِنْ كُنْتُمْ لَا تَعْلَمُوْنَ ﴿٤٣﴾“ (سورت نحل آيت) معنيٰ: جيڪڏهن توهان نہ ڄاڻندا آهيو تہ علم وارن کان پڇي ڏسو﴿٤٣﴾

تنهنڪري ماڻهو جيئن طبي مسئلن ۾ طبيب، انجنيئرنگ ۽ تعميرات جي مسئلن ۾ انجنيئر وٽ ويندا آهن، اهڙيءَ طرح پنهنجي

ديني احڪامن لاءِ مجتهدن سان رجوع ڪندا آهن. اهو ئي سبب آهي جو امام زمانہ جي غيبيت هڪڙو خلا پيدا ٿيڻ ۽ ماڻهن کي دربدري جي عالم ۾ ڇڏي ڏيڻ جو سبب ٿي. انهيءَ ڪميءَ کي عادل، متقي ۽ پنهنجي فرضن جي بنياد تي عمل ڪرڻ وان مجتهدن جي ذريعي پورو ڪيو ويو.

اهڙا عالم جيڪي ماڻهن جي مشڪلاتن ۽ انهن جي ديني ضرورتن جي حل لاءِ ڪوشش ۾ رهندا آهن، ۽ امانت جي رستي کي جيڪو نبوت جو رستو آهي، جاري رکيون پيا آهن. انهن جي حوالي سان اسان جي ذميواري اها آهي تہ اسان سدائين انهن سان لهہ وچڙ ۾ رهون. ڇو تہ انهن پنهنجو معاملو الله سان ڪيو آهي ۽ پنهنجي ڪمن ۾ انتهائي تڪليفون ۽ مصبيتون برداشت ڪيون آهن. اسان تي لازم آهي تہ انهن جو ساٿ ڏيون ۽ انهن جي مدد ڪريون. ڇو تہ انهن جي مدد ڪرڻ امامِ حجت جي مدد ڪرڻ آهي.

## جيڪڏهن امامِ زمانہ اسان جي وچم هجي ها تہ ڇا ڪري ها؟

هي حالتون، جن ۾ اسان چئن طرفن کان سخت للڪارن ۾ گهيريل آهيون، اسان جي وجود کي وڏا وڏا خطرا سامهون آهن ۽ مختلف مشڪلاتن اسان کي گهيري ڇڏيو آهي. ڪجهہ ماڻهو پڇن ٿا تہ انهن حالتن جي مقابلي جي سلسلي ۾ مراجع، عالم ۽ علمي درسگاهون ڪهڙو ڪردار ادا ڪري رهيا آهن؟

هن سوال جي جواب ۾ اسان عرض ڪريون ٿا تہ جيڪڏهن اسان جي وچ ۾ امام زمانہ هجن ها ۽ هي تبليغي، تعليمي، سياسي، اجتماعي ۽ عسڪري وسيلا انهن جي اختيار ۾ هجن ها تہ اهي ڇا ڪن ها؟

ڇا ميدان کان دوري اختيار ڪن ها؟

ڇا فڪري للڪارن جي مقابلي کان لاتعلق رهن ها؟

ڇا انهن للڪارن جومقابلو ڪرڻ جي بجاءِ پنتي هٽن ها؟

يا اهو تہ پاڻ مقابلو ڪرڻ، جدوجهد ڪرڻ، ماحول ٺاهڻ، مشڪلاتن جي حل ۽ مختلف مسئلن تي قابو پائڻ جي لاءِ ڪم ڪن ها؟

اسان عقيدو رکون ٿا تہ جيڪڏهن سياسي ۽ اقتصادي ميدانن ۾ دنيا سان مقابلو ڪرڻ جي طاقت نہ رکن ها، تڏهن بہ مراجع، عالمن ۽ علمي درسگاهن کي دنيا سان علمي مقابلي جو مناسب موقعو حاصل آهي. جيڪڏهن اسان کي پنهنجي سياسي روش تي يقين هجي تہ اسان دنيا کي ان ڳالھہ تي آماده ڪري سگهون ٿا تہ اها سياسي ميدان ۾ اسان جو احترام ڪري.

جيڪڏهن اسان محسوس ڪيون ٿا تہ اسان سيني ميدانن ۾ ڪردار اد اڪرڻ جي حالت ۾ ناهيون، تہ اسان کي گهرجي تہ موجوده ذميوارين کي پنهنجي وچ ۾ ورهايون ۽ سيئي اسلامي جماعتون پنهنجي حيثيت ۽ صورتحال کي نظر ۾ رکندي اسلام کي پيش ايندڙ مسئلن جي مقابلي ۾ پنهنجون ذميواريون ادا ڪن. جيڪڏهن اسان سيئي جماعتون، چاهي اهي اصلاحي معنيٰ ۾ ديني هجن ۽ چاهي علمي درسگاهن کان ٻاهر تعليمي ۽ ثقافتي مرڪز هجن، اهي اسلام ۽ مسلمانن جي مشڪلاتن جي حوالي سان پنهنجي ذميواريءَ جو احساس ڪن تہ اهڙيءَ طرح اسان اسلامي دنيا ۾ وڏا وڏا ڪم ڪري سگهون ٿا.

اڄ اسلام جي لاءِ دنيا جا دروازا کليل آهن. پر اسان کي ان ڳالھہ جو علم هجڻ گهرجي تہ اسلام کي دنيا جي سامهون ڪيئن پيش ڪيو وڃي. اسان کي ڄاڻڻ گهرجي تہ اسان جي اسلام جي باري ۾ ڄاڻ ڇا هجي ۽ اسان کي اسلام سان پنهنجي تعلق جو ڪهڙو شعور هجڻ گهرجي.

مان پنهنجن سيني ڀائرن کي، چاهي اهي عالم يا ديني مدرسن جا طالب هجن، چاهي ڪاليج ۽ يونيورسٽين واريون شخصيتون، تلقين ڪريان ٿو تہ زماني جي تقاضا جي مطابق غور ۽ فڪر ڪن، زماني جي روش ۽ ان جي زبان کي سمجهن، ماڻهن کي چڱيءَ طرح سڃاڻن،

زندگيءَ جي مسئلن جي ڄاڻ حاصل ڪن، ڇو تہ اڄ دنيا پيغمبر صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي زماني کان وڌيڪ اسلام ڏانهن ڌيان ڏئي ٿي. موجوده دور ۾ فڪر ۽ نظر جي صاحب مڪالمي کي پسند ڪرڻ وارن ماڻهن جو تعداد گهڻو وڌيڪ آهي. اهڙا ماڻهو جن کي مسئلا ۽ سوال درپيش آهن، گهڻا آهن. اهي ماڻهو گهرن ٿا تہ انهن جي مشڪلات جي حوالي سان گفتگو ڪئي وڃي. تنهنڪري اهو نہ سوچيو تہ دنيا ۾ اسلام جي قبوليت جي حوالي سان مشڪلاتون ڏسڻ ۾ اچن ٿيون. حقيقت اها آهي تہ اسان پاڻ مشڪل جو شڪار آهيون ۽ اهو تصور ڪريون ٿا تہ ماڻهن کي مشڪلات آهي. هن پوريءَ صورتحال کي شاعر هن شعر ۾ عمدگيءَ سان بيان ڪيو آهي.

”اذا ساء فعل المرء ساءت ظنونه

وصدق ما يعتاده من توهم“

يعني جيڪڏهن ڪنهن انسان جو ڪم بگڙي وڃي تہ ان جا خيال بہ بگڙجي ويندا آهن ۽ اهو سدائين پنهنجي وهم کي ئي درست سمجهڻ لڳندو آهي.

اسان جي مشڪل اها آهي تہ اسان بدن جي آساني ۽ سُستي کي پسند ڪندا آهيون. اسان کي اهڙي انسان ٿيڻ جي ڪوشش ڪرڻ گهرجي، جن جي باري ۾ الله تعاليٰ فرمايو آهي:

”اَلَّذِيْنَ يُبَلِّغُوْنَ رِسٰلٰتِ اللّٰهِ وَيَخْشَوْنَهٗ وَلَا يَخْشَوْنَ اَحَدًا اِلَّا اللّٰهَ وَكَفٰى بِاللّٰهِ حَسِيْبًا﴿۳۹﴾“ (سورت احزاب ) معنيٰ: اهي جيڪي الله جو پيغام پهچائيندا آهن ۽ ان کان ڊڄندا آهن ۽ اڪيلي الله کان سواءِ ڪنهن کان بہ نہ ڊڄندا آهن ۽ الله حساب ڪندڙ ڪافي آهي ﴿۳۹﴾

۽ اهڙن ماڻهن وانگر ٿي وڃون جو

”اَلَّذِيْنَ قَالَ لَهُمُ النَّاسُ اِنَّ النَّاسَ قَدْ جَمَعُوْا لَكُمْ فَاخْشَوْهُمْ فَزَادَهُمْ اِيْمَانًا ۖ وَّقَالُوْا حَسْبُنَا اللّٰهُ وَنِعْمَ الْوَكِيْلُ﴿۱۷۳﴾ فَانْقَلَبُوْا بِنِعْمَةٍ مِّنَ اللّٰهِ وَفَضْلٍ لَّمْ يَمْسَسْهُمْ سُوْٓءٌ وَّاتَّبَعُوْا رِضْوَانَ اللّٰهِ وَاللّٰهُ ذُوْ فَضْلٍ عَظِيْمٍ ﴿۱۷۴﴾“ (سورت آل عمران ) معنيٰ: جن کي

ماڻهن چيو تہ ڪافر ماڻهن اوهان لاءِ وڏو جٿو گڏ ڪيو آهي تنهنڪري انهن کان ڊڄو تہ ويتر انهن جو ايمان وڌيو ۽ چيائون تہ الله اسان کي ڪافي آهي ۽ اهو سٺو پرجهلو آهي (١٧٣) پوءِ اهي مسلمان الله جي نعمت ۽ فضل سان سلامت موٽيا کين ڪابہ تڪليف ڪونہ پهتي ۽ الله جي رضا تي هليا، ۽ الله وڏي فضل وارو آهي (١٧٤)

جيڪو بہ توهان جي روح ۾ خوف ۽ هراس جا ٻج پوکي ٿو، الله جي واٽ ڏانهن دعوت، الله جي رضا جي خاطر وعظ ۽ نصيحت ۽ الله جي واٽ ۾ جهاد جي باري ۾ توهان جي اندر خوف ۽ وحشت پيدا ڪري ٿو اهو شيطان جي راهہ تي آهي. چو تہ الله تعاليٰ فرمايو آهي:

”اِنَّمَا ذٰلِكُمُ الشَّيْطٰنُ يُخَوِّفُ اَوْلِيَآءَهٗ فَلَا تَخَافُوْهُمْ وَخَافُوْنِ اِنْ كُنْتُمْ مُّؤْمِنِيْنَ﴿١٧٥﴾“ (سورت آل عمران) معنيٰ: اهو شيطان آهي جيڪو پنهنجي ساٿين کان توهان کي ڊيڄاريندو آهي، جيڪڏهن ايمان وارا آهيو تہ انهن ڪافرن کان نہ ڊڄو پر مون الله کان ڊڄو (١٧٥)

۽

”اِذْ يَقُوْلُ لِصَاحِبِهٖ لَا تَحْزَنْ اِنَّ اللّٰهَ مَعَنَا“ (سورت توبه آيت 40) معنيٰ: پنهنجي دوست کي چيائين تہ الڪو نہ ڪر بيشڪ الله اسان سان گڏ آهي.

جڏهن سخت ترين حالتن ۾ مڪي جا مشرڪ غار جي منهن وٽ بيٺا هيا، انهن ۽ پيغمبر صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي وچ ۾ ڪجهہ قدمن کان وڌيڪ مفاصلو ڪونہ هيو، انهن غار وٽ هجوم ڪيو هيو ۽ پيغمبر صلي الله عليہ وآلہ وسلم جو ساٿي خوف ۽ هراس جو شڪار هيو تہ ان جي باوجود پيغمبر صلي الله عليہ وآلہ وسلم مطمئن هيا:

”اِذْ يَقُوْلُ لِصَاحِبِهٖ لَا تَحْزَنْ اِنَّ اللّٰهَ مَعَنَا فَاَنْزَلَ اللّٰهُ سَكِيْنَتَهٗ عَلَيْهِ وَاَيَّدَهٗ بِجُنُوْدٍ لَّمْ تَرَوْهَا وَجَعَلَ كَلِمَةَ الَّذِيْنَ كَفَرُوا السُّفْلٰى ۭ وَكَلِمَةُ اللّٰهِ هِيَ الْعُلْيَا“ (سورت توبه آيت 40) معنيٰ: پنهنجي دوست کي چيائين تہ الڪو نہ ڪر بيشڪ الله اسان سان گڏ آهي، پوءِ الله ان تي پنهنجو سڪون لاٿو ۽ ان جي اهڙي فوج

سان مدد ڪيائين جيڪا اوهان نہ ڏٺي ۽ ڪافرن جي ڳالهہ هيٺ ڪري
ڇڏيائين ۽ الله جي ئي ڳالهہ هميشهہ مٿي آهي.
اسان وٽ جيترو اعتماد وڏين طاقتن تي ڪيو ويندو آهي، ان کان گهٽو وڏيڪ اسان کي الله تعاليٰ جي ذات تي هجڻ گهرجي. ڇوتہ جماعتون يا ملڪ چوندا آهن تہ جيستائين آمريڪا، برطانيہ ۽ فرانس اسان سان گڏ آهي تہ ڪير بہ اسان جي مقابلي ۾ نٿو اچي سگهي. پر اسان چئون ٿا تہ "حَسْبُنَا اللّٰهُ وَنِعْمَ الْوَكِيْلُ﴿۱۷۳﴾" (آل عمران آيت 173) معنيٰ: الله اسان کي ڪافي آهي ۽ اهو سٺو پرجهلو آهي (۱۷۳)، ڇو تہ اسان صرف الله جي وجود کان قوت محسوس ڪندا آهيون، انهيءَ ڪري جو ان جي ئي قدرت اسان کي مضبوط ۽ ثابت قدم رکندي آهي. اسان کي گهرجي تہ ان سان وابستہ رهون ۽ سوچيون تہ اسان پنهنجي صلاحيت ۽ طاقت جي وسيلن ۾ ذريعن کي کهڙيءَ طرح ڪم آڻيون.
اسان ڪنهن تي ڏاڍائي ڪرڻ جي لاءِ طاقت نٿا گهرون، بلڪ اسان ان لاءِ طاقتور ٿيڻ گهرون ٿا تہ جيئن اسان پروگرام ۽ منصوبا ٺاهيون، ڪوشش ڪيون، حقيقتن جو جائزو وٺون.
جڏهن اسان "اَشِدَّآءُ عَلَى الْكُفَّارِ رُحَمَآءُ بَيْنَهُمْ" معنيٰ: اهي ڪافرن لاءِ سخت ترين ۽ پاڻ ۾ انتهائي رحمدل آهن (فتح آيت 29)، جي بنياد تي ڪوشش ڪنداسين تہ ڪاميابي اسان جا قدم چمندي. ۽ يهودي "بَأْسُهُمْ بَيْنَهُمْ شَدِيْدٌ تَحْسَبُهُمْ جَمِيْعًا وَّقُلُوْبُهُمْ شَتّٰى" معني: انهن جي پاڻ ۾ ئي سخت ويڙهہ آهي، اي ٻڌندڙ! تون انهن کي گڏيل سمجهين ٿو پر انهن جون دليون جدا جدا آهن (حشر آيت 14)، جڏهن يهودي شڪست جو شڪار ٿي ويا هيا ۽ مسلمانن سان انهن جي شديد لڙائي ۽ جهڳڙا انهن جي وچ ۾ همدردي ۽ ٻڌي ڪرڻ جو سبب نہ ٿيا هيا. هاڻي اسان مسلمانن جي حالت بہ اهائي آهي، اسان طاقتور آهيون پر اسان جون دليون پاڻ ۾ نفرت ڪن ٿيون، تنهنڪري "وَلَنْ تَجِدَ لِسُنَّةِ اللّٰهِ تَبْدِيْلاً ﴿٦٢﴾" معنيٰ: ۽ الله جي دستور ۾ ڪڏهن بہ ڦيرڦار نہ ڏسندَو ﴿٦٢﴾ (سورت

احزاب)، ڇو تہ الله تعاليٰ ڪاميابي ۽ فتح کي ڪجھہ حقيقتن سان ممڪن قرار ڏنو آهي ۽ اسان جي سامهون مختلف تجربا موجود آهن.

امامِ حجت تي ايمان رکڻ وارن ڪجھہ ماڻهن جي مشڪل اها آهي تہ اهي چوندا آهن تہ زمانہ غيبيت ۾ديني سرگرمين ۽ اسلام جي لاءِ جدوجهد ڪرڻ جي منع ڪئي وئي آهي. ايستائين جو انهن مان ڪجھہ ماڻهو اصلاحي عمل کي ناجائز سمجهن ٿا، وعظ ۽ نصيحت کي حرام قرار ڏين ٿا. ڇوتہ انهن جو عقيدو اهو آهي تہ ماڻهن کي جيتري وڏيڪ نصيحت ڪئي ويندي، اها انهن جي انسان ٿيڻ جو سبب ٿيندي ۽ انهن جو انسان ٿيڻ حضرت حجت جي ظهور ۾ وڏيڪ دير جو سبب ٿيندو. جيڪڏهن اسان اسلام جي لاءِ جدوجهد ڪئي ۽ مختلف جاين تي اسلامي حڪومتن جي قيام ۾ ڪامياب ٿي وياسين تہ ائين ڪرڻ سان اسان حضرت مهدي عليہ السلام جي خلاف هڪڙي تخريبي عمل جا مرتڪب ٿينداسين.

اهي ماڻهو اسلام کي ڏِڪڻ گھرڻ ٿا، حالانڪ اسلامي احڪام زماني ۾ رڪجي نٿا سگهن. "حلال محمد حلال الي يوم القيامة و حرام محمد حرام الي يوم القيامة" يعني: محمد ﷺ جو حلال ڪيل قيامت تائين حلال آهي ۽ ۾محمد ﷺ جو حرام ڪيل قيامت تائين حرام آهي. جهاد رڪجي نٿو سگهي، امربالمعروف و نهي

عن المنڪر رڪجي نٿا سگهن ۽ الله جا ٻيا احڪام بہ رڪجڻ وارا نہ آهن.

باقي اها روايت جيڪا اهو چوي ٿي تہ زمانہ غيبيت ۾ (يعني حضرت حجت جي ظهور کان اڳ) جيڪو بہ جهنڊو بلند ٿيندو اهو گمراهي جو عَلم هوندو، تہ ان حوالي سان عرض آهي تہ ان روايت جي باري ۾ گھڻائي اعتراض آهن.

جيڪو انسان اسلام ۽ مسلڪ اهلبيت ڏانهن دعوت ڏئي ۽ امام خميني وانگر پوري دنيا جي مقابلي ۾ بيهي رهي، تہ ڇا ان جي باري ۾ اهو چئي سگهجي ٿو تہ ان جو عَلم گمراهي جو جهنڊو هيو؟

تنهنڪري اهڙين روايتن تي غور ۽ فڪر ڪرڻ ضروري ناهي. ڇو تہ ممڪن آهي تہ اهي روايتون نقلي هجن يا اهو تہ انهن مان ڪا ٻي مراد هجي. انهيءَ ڪري جو ان ڳالهہ جو امڪان موجود آهي تہ هڪڙي خاص زماني ۾ اهلِ حق وٽ انقلاب ۽ تحريڪ جي طاقت نہ هجي. ڇا الله تعاليٰ پنهنجي ٻانهن کان اها تقاضا ڪري سگهي ٿو تہ اهي اسلام جي نفاذ جو مطالبو نہ ڪن، ماڻهن جي اصلاح نہ ڪن؟

ڇا اها ڳالهہ عقل واري لڳي ٿي؟

الله تعاليٰ اسان کي عقل ڏنو آهي، اسان کي قرآن شريف عطا ڪيو آهي ۽ اسان کي حڪم ڏنو آهي تہ صحيح سنتِ نبوي ۽ ميراثِ اهل بيت جي پيروي ڪيون. تنهنڪري اها ڳالهہ درست ڪونهي تہ اسان صرف اهڙين ڪجهہ روايتن جي ڪري سڀني ڳالهين کي روڪي ڇڏيون.

ڇا اسان انهن سڀني ڳالهين جي هوندي، اسلام ۽ پنهنجي تحريڪ کي ملتوي ڪري ڇڏيون ۽ انقلاب ۽ تبديليءَ جي سلسلي ۾ پنهنجن سڀني ارمانن، تمنائن، مقصدن ۽ پروگرامن تان انهيءَ اميد تي هٿ کڻي وجون تہ هڪڙي ڏينهن امام اچي هن پوري دنيا کي بدلائي ڇڏيندا؟

قرآن شريف اهڙي عقيدي کي قبول نٿو ڪري، ڇوتہ الله تعاليٰ پنهنجي طرفان دعوت کي ڪنهن خاص زماني سان لاڳاپيل نہ ڪيو آهي. امربالمعروف ۽ نهي عن المنڪر کي ڪنهن خاص زماني تي پاڙيندڙ قرار نہ ڏنو آهي ۽ جهاد جي لاءِ ڪنهن خاص دور جو تعين نہ ڪيو آهي. تنهنڪري سڀئي ماڻهو اسلام جي باري ۾ ذميوار آهن، اسلام جي لاءِ جدوجهد هڪڙي امانت وانگر انهن جي ڪلهن تي عائد ٿئي ٿي. اهو اسلام جيڪو الله ۽ ان جي رسول صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي امانت آهي.

”اَفَاْئِنْ مَّاتَ اَوْ قُتِلَ انْقَلَبْتُمْ عَلٰٓى اَعْقَابِكُمْ“ معني: پوءِ جيڪڏهن اهو فوت ٿئي يا شهيد ٿي وڃي تہ ڇا اوهان پوئين پير ڦري ويندا (آل عمران 144)

تنهنڪري اسان کي گهرجي تہ نسل درنسل ان راهہ کي جاري رکون ۽ ان جي پيروي ڪريون. ”وَلْتَكُنْ مِّنْكُمْ اُمَّةٌ يَّدْعُوْنَ اِلَى الْخَيْرِ وَيَاْمُرُوْنَ بِالْمَعْرُوْفِ وَيَنْهَوْنَ عَنِ الْمُنْكَرِ وَاُولٰٓئِكَ هُمُ الْمُفْلِحُوْنَ﴿١٠٤﴾“ معني: ۽ اوهان مان هڪ ٽولو اهڙو هجڻ گهرجي جيڪي چڱائي جي طرف سڏين ۽ چڱن ڪمن جو حڪم ڏين ۽ برائي کان روڪين ۽ اهي ئي ماڻهو ڪامياب هوندا (١٠٤)(سورت آل عمران)

تنهنڪري امام مهدي عليہ السلام پنهنجي زماني ۾ پنهنجو ڪردار اد اڪندا ۽ جيڪڏهن اسان جي زندگيءَ ۾ ئي اهو زمانو اچي وڃي تہ اسان کي ان جي چوڏاري هجڻ گهرجي، تہ جيئن اسان جو ڳاڻاٽو ان جي ساٿين ۽ ان جي لشڪر ۾ ٿئي. پر پنهنجي ظهور واري زماني ۾ امام مهدي عليہ السلام جو ڪردار اڄ اسان جي ذميواري کي ختم نٿو ڪري ڇڏي، بلڪ اسان کي گهرجي تہ ان خدائي واعدي کي ياد رکون ۽ عالمگير اسلامي عدالت (جنهن ڏانهن اسان پنهنجي گفتگو جي شروعات ۾ اشارو ڪيو آهي) جي نفاذ جي ڪوشش ڪريون ۽ ان الاهي واعدي مان حقيقي فڪر حاصل ڪيون. جنهن جي مطابق اسلام، عدل ۽ انصاف لاءِ جدوجهد اسان جي ذميواري آهي.

جيتوڻيڪ اسلام جي وسيع پڪيڄ يا اسلامي عدالت جي عالمي نفاذ جي لحاظ کان اڄوڪي زماني ۽ حضرت حجت جي ظهور جي دور ۾ فرق ڏسڻ ۾ اچي ٿو. پر جزيات جي اعتبار کان مسئلو ممڪن نظر اچي ٿو. ڇو تہ انسان اهو ئي انسان آهي. ان زماني ۾ الله ان جي عقل ۽ قلب کي ڪشادگي ڏئي ڇڏيندو ۽ اهڙيءَ طرح شايد تمدن جي ڪمال تي پهچي، علم، دانش ۽ فڪري ۽ معنوي ميدانن ۾ معرفت جي ڪشادگيءَ جي ڪري انسان ان مقام تي پهچي وڃي جو بغير ڪنهن معمولي مونجهاري، شڪ ۽ شبهي جي حقيقت جو مشاهدو ڪري

سگهي ۽ انسان ۾ تشخيص ۽ تميز جي قوت وڌي ويجي. البت، ضروري ناهي تہ سيئي ماڻهو اهڙا ٿي وڃن. پر اسان کي ان طرف کان مطمئن رهڻ گهرجي تہ ان دور ۾ هرطرف ڪاميابي جي نتيجي ۾ ماڻهن جي هڪڙي وڏي گهڻائي علم، معرفت ۽ عقل جي هڪڙي اهڙي درجي تي پهچي ويندي جو حقيقتون ان جي سامهون پڌريون هونديون.

جيڪڏهن اڄوڪو انسان اسان کي حقيقت سان سڄاڻپ جي ان عظيم منزل تي پهتل نظر نٿو اچي تہ ان جو سبب اهو آهي تہ مختلف ثقافتي، سياسي، اجتماعي ۽ فطري رڪاوٽن حقيقت کي ان کان ڳجهو رکيو آهي. اڄوڪي انسان جو عقل، معرفت کي حاصل ڪرڻ لاءِ ڪجهہ ئي رستا ڄاڻي ٿو ۽ جيڪڏهن انسان جي لاءِ معرفت ۽ سڃاڻپ کي حاصل ڪرڻ جا رستا ڪامل ٿي وڃن ۽ اهو معرفت تائين رسائي حاصل ڪري سگهي ۽ ان ڏانهن قدم وڌائي سگهي تہ ان ڳالهہ جو امڪان آهي تہ اهو ڪنهن هڪڙي خطي، هڪڙي جماعت يا هڪڙي مرڪز ۾ اسلام جو نفاذ ڪري سگهي.

رسول ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جو تجربو اسان جي سامهون آهي. پاڻ سڀورن پنهنجي انساني پهلو کان دعوت جو ڪم ڪيو ۽ غيبي رستن سان نہ پر پنهنجي بشري طاقت سان ان سلسلي ۾ جدوجهد ڪئي. توڙي جو ڪجهہ موقعن تي جڏهن رسالت خطري ۾ هئي (جيئن بدر واري لڙائي جي موقعي تي) الله جي غيبي مدد پيغمبر صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي مددگار هئي.

انهيءَ جي باوجود تہ پيغمبر صلي الله عليہ وآلہ وسلم پنهنجي بشري طاقت جي ذريعي پنهنجي تجربي کي پايہ تڪميل تائين پهچائي نہ سگهيا ۽ پوري دنيا کي مسلمان نہ ڪري سگهيا، ليڪن پاڻ سڀورا دنيا کي اسلام سان سڃاڻپ ڪرائڻ ۾ ضرور ڪامياب رهيا. اهو ئي سبب آهي جو الله تعاليٰ فرمائي ٿو: ”لَقَدْ كَانَ لَكُمْ فِي رَسُولِ اللَّهِ أُسْوَةٌ حَسَنَةٌ“

معنيٰ: بيشڪ توهان جي لاءِ الله جي رسول جي طريقي ۾ بهتر نمونو

آهي (احزاب آيت 21)، ڇو تہ پيغمبر اسلام صلي الله عليہ وآلہ وسلم انساني ذريعن کان ڪم ورتي دعوت جي شروعات ڪئي ۽ جيڪي مادي وسيلا انهن جي اختيار ۾ هيا (جيڪي سڀ جا سڀ ايستائين جو انهن کان بہ وڌيڪ اسان وٽ موجود آهن) انهن سان ڀرپور جدوجهد ڪئي.

## معروضي حالتن جو جائزو

موجوده دور ۾ اسان جو ڪردار اسان کان تقاضا ڪري ٿو تہ اسان عملي ميدان ۾ موجود رهون تہ جيئن انساني عوامل، چيلينج، مشڪلات ۽ رڪاوٽن جو جائزو وٺون ۽ ان مرحلي جي لاءِ ضروري سيني هٿيارن سان ليس ٿي مقابلي جي ميدان ۾ قدم رکون ۽ اسلام جي حقيقي قدر ۽ قيمت جي آگاهي سان گڏ ان جي لاءِ ممڪن حد تائين جدوجهد ڪريون.

اسان کي اها ڳالهہ ذهن نشين رکڻ گهرجي تہ الله تعاليٰ هي دين ۽ هي پيغامِ رباني فقط پيغمبر صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي زماني ۾ جاري ۽ نافذ ڪرڻ لاءِ نہ موڪليو هو. ڇوتہ سيني نبين سڳورن دعوت جو ڪم ڪيو ۽ سيئي ڪوششون ڪرڻ ۽ تڪليفون سهڻ کان پوءِ پنهنجي زماني جي ڪجهہ ماڻهن کي ايمان جي دائري ۾ داخل ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿيا. ان کان پوءِ انهن جي دعوت کي وسعت ملي ۽ هڪڙي خاص جماعت ان کي قبول ڪيو پر پنهنجي ڀرپور جدوجهد جي باوجود اهي ڪفر، انڪار ۽ غرور جو مڪمل طور تي خاتمو ڪري نہ سگهيا، بلڪ الله تعاليٰ مختلف رسول سڳورا موڪليا تہ جيئن ان جو پيغام هڪڙي روشن علامت جي طور سدائين انسانن جي سامهون رهي ۽ هر دور جو انسان ان کي پنهنجي لاءِ نصب العين قرار ڏئي.

الله تعاليٰ گهري ٿو تہ انسان هڪڙي اهڙي مرحلي تي پهچي جنهن ۾ پوري جي پوري اسلام (جيڪو سيني رسالتن جو مجموعو آهي) جو نفاذ هجي ۽ اهو مرحلو اهو ئي ظهور جو زمانو آهي (جنهن جا اسان

منتظر آهيون). هي اها قسمت آهي جيڪا الله تعاليٰ انسان جي لاءِ لکي ڇڏي آهي ۽ جيستائين رسالت مڪمل طور جاري نہ ٿي وڃي، هيءَ دنيا ختم نہ ٿيندي.

الله تعاليٰ اسان کان تقاضا ڪري ٿو تہ اسان اهو نہ سمجهون تہ اسلام هڪڙو اهڙو دين آهي جيڪو حقيقتن سان ڪوئي تعلق نٿو رکي، انسان کي زندگيءَ کان پري کڻي وڃي ٿو، يا هڪڙو اهڙو عظيم الشان تصور آهي جنهن کي اسان صرف خواب ۾ ئي عملي جامو پاتل ڏسي سگهون ٿا، يا هڪڙي اهڙي بلند چوٽي آهي جنهن کي آسمانن جي بلنديءَ تي پهچي ئي ڏسي سگهجي ٿو ۽ ان تائين رسائي ممڪن ناهي. بلڪ الله گهري ٿو تہ اسان ان ڳالهہ کان باخبر هجون تہ اسلام پنهنجي احڪامن ۾ بہ ۽ انساني مشڪلاتن جي حل لاءِ پنهنجي لائحہ عمل ۾ بہ حقيقت تي مبني آهي ۽ اسلام جي هيءَ صلاحيت زمين جي مٿاڇري تي ان وقت تائين ظاهر نہ ٿيندي، جيستائين ان جي لاءِ منطقي حالتون فراهم نہ ٿين.

اسان کي اسلام جي رستي تي هلندي مختلف جاين تي اهي منطقي حالتون فراهم ڪرڻ گهرجن تہ جيئن ماڻهو اسلام جي پاڇي ۾ زندگي بسر ڪن. اسان کي اهڙا ڪم ڪرڻ گهرجن جو اسلام کي سيني نسلن جي عقل ۽ دل ۾ جاءِ ڏياريون. ڇو تہ اسلام جي سمجهہ هرهڪ لاءِ ضروري آهي.

اسان کي گهرجي تہ هن وقت ظهور واري زماني جي معاشري ۾ اسلام جي جامع فائدي کي ذهن ۾ رکون. يعني اسان مان هرهڪ کي پوري معاشري تي اسلام جي جامع نفاذ جي لاءِ ڪوشش ڪرڻ گهرجن تہ جيئن ان قطعي ۽ همهگير نتيجي سان اسان جو تعلق هڪڙو منطقي تعلق هجي. بلڪل انهن ندين وانگر جيڪي مختلف طرفن کان وهي اچي هڪڙو اهڙو وڏو درياء وجود ۾ آڻينديون آهن، جنهن کي

نہ تہ برسات جو پاڻي پيري سگھندو آهي ۽ نہ وري ننڍيون نديون ان کي پيرڻ تي قادر هونديون آهن.

تنهنڪري اسان جو مستقبل کان لاتعلق رهڻ ۽ جن مشڪلاتن ۽ ڏکين حالتن جو اسان کي مقابلو آهي، انهن کان متاثر ٿي جمود ۽ ٺهراءُ جو شڪار ٿي وڃڻ مناسب ڪونهي. بلڪ اسان کي گھرجي تہ درست اجتهادي واٽن تي فڪرن جي واڌ ويجھہ ڪيون. هڪڙي ترقي يافتہ اسلامي تجربي جي بنياد تي هڪڙي نئين تحريڪ ايجاد ڪريون ۽ هڪڙي نئين انداز سان حقيقتن جي سمجھہ حاصل ڪريون. ڇو تہ جيڪو انسان حقيقتن جي درست سمجھہ کان عاجز رهي ٿو، اهو سڌي رستي تي سفر جاري رکي نٿو سگھي ۽ شايد گھڻن ئي دانشورن ۽ مجتهدن جي مشڪل اها آهي تہ اهي حقيقتن جو مقابلو ڪرڻ کان اڳ ۾ ڪتابن ۾ نظري مسئلن ۾ گرفتار ٿي ويندا آهن. ڇو تہ اهي ڪتاب انهن دورن ۾ زندگي بسر ڪرڻ وارن ماڻهن جي تجربن جو نچوڙ آهن، جن دورن ۾ اهي لکيا ويا. پوءِ حقيقتن جي ڪتاب جو مطالعو ڇو نہ ڪيون تہ جيئن ان جي ذريعي تازن تجربن جي بنياد تي مستقبل جي لاءِ هڪڙي نئين ڪتاب کي سهيڙيون؟

## انتظار جو مفهوم

هڪڙي گفتگو باقي رهجي وئي آهي، جنهن کي بيان ڪرڻ اسان ضروري سمجھون ٿا. جڏهن اسان امام مهدي عليہ السلام جو ذڪر ڪيون ٿا تہ اسان کي اها ڳالھہ ذهن نشين رکڻ گھرجي تہ ان جي انتظار جي معنيٰ منفي انتظار ناهي. انهن ماڻهن جي انتظار وانگر ڪونهي جيڪي ڪنهن جي انتظار ۾ بيچيني واري حالت ۾ ڪڏهن اٿندا تہ ڪڏهن ويهندا آهن. بلڪ ان جي معنيٰ مثبت انتظار آهي، جنهن ۾ انسان پنهنجو پاڻ ۽ پنهنجي معاشري کي چوندو آهي تہ امام عليہ السلام اسلام کي جيارڻ لاءِ ظهور فرمائيندا، اهي مضبوط ۽ طاقتور

صورت ۾ حق کي جياريندا، ۽ ڌرتي جي پوري مٿاڇري تي عدل ۽ انصاف کي عام ڪندا.

اسا ن ان جي انتظار ۾ آهيون تہ جيئن پوري دنيا تي اسلام جو بول بالا ٿئي، ۽ سيني عقلن، دلين ۽ جاين تي حق جو راڄ هجي. اسان ان جي انتظار ۾ آهيون تہ جيئن هرطرف عدالت ڏسڻ ۾ اچي ۽ پوري زمين تي عدل ۽ انصاف پکڙجي وڃي.

تنهنڪري جيڪڏهن اسان اسلام، حق ۽ عدل تي ايمان رکون ٿا تہ اسان کي گهرجي تہ انهن جي لاءِ رستو صاف ڪريون ۽ اسلام جي لاءِ، حضرت حجت عليہ السلام جي لاءِ ۽ ان جي لشڪر جي لاءِ هرهنڌ ميدان هموار ڪيون.

تنهنڪري جيڪڏهن اسان امام مهدي عليہ السلام جي انتظار ۾ آهيون تہ اسان کي جائزو وٺڻ گهرجي تہ اسلام جي خدمت جي لاءِ اسان جي اندر ڪيتريون صلاحيتون ۽ قوتون موجود آهن تہ جيئن اسان انهن جي ذريعي پنهنجي گهرن جي اندر اسلام جي خدمت ڪري سگهون، پنهنجن گهراڻن کي اسلامي گهراڻو بڻائي سگهون. پنهنجي بازارن ۾ اسلام جي خدمت ڪري سگهون، انهن کي اسلامي ۽ شرعي بازارون بڻايون، جن ۾ ڌوڪو ۽ ٺڳي نہ هجي، ناجائز طريقي سان ماڻهن جا مال نہ کاڌا وڃن. سياسي تحريڪن ۾ اسلام جي خدمت ڪري سگهون تہ جيئن اسان جي سياست اسلامي رنگ اختيار ڪري ۽ اسان اسلامي اصولن ۽ احڪامن جي بنياد تي لائحہ عمل اختيار ڪري سگهون ۽ اسان مان ڪير اهو نہ چوي تہ دين الڳ شي آهي ۽ سياست الڳ معاملو. اها تہ انهن ماڻهن جي منطق آهي جيڪي اسان کي چون ٿا تہ ديندار رهو، خوب نماز پڙهو، خوب روزا رکو وغيره وغيره. ...... پر سياست جي پرفريب، ڌوڪي ۽ ٺڳيءَ سان ڀريل وادي کان پري رهو.

اسان جو ايمان آهي تہ انسان هڪ ئي آهي، هڪڙي ئي ماهيت سان دنيا ۾ اچي ٿو، هتي زندگي گذاري ٿو ۽ هڪڙي ئي ماهيت سان

هتان ڪنيو ويندو. اسان وٽ بہ انسان ڪونهن. اهڙو انسان جيڪو پنهنجي نماز، روزي ۽ حج ۾ الله جي عبادت ڪندو آهي ۽ اهڙو انسان جيڪو سياست، روپي ۽ پنهنجي تعلقاتن ۾ شيطان جو ٻانهو آهي.

تنهنڪري اسان جي پوري زندگي، تعلقات، رابطا، نظريا ۽ موقف الله جي حڪم مطابق هجڻ گهرجن. تہ جيئن اسان جو معاشرو هڪڙو ڪشادو ۽ وڏو عبادت خانو بڻجي وڃي، جنهن ۾ زندگي گذارڻ وارا سڀ انسان الله جي عبادت ڪن. تنهنڪري اسان جي خريدوفروخت اسلامي حڪمن جي مطابق هجي، پنهنجن ٻارن، زالن، پاڙيسرين، مائٽن مٽن ۽ پنهنجي چوڌاري رهڻ وارن سڀني انسانن سان اسان جا تعلقات خدا ترسي جي بنياد تي هجن.

جيڪڏهن اسان امام مهدي عليہ السلام جي انتظار ۾ آهيون تہ اسان کي گهرجي تہ جن امتيازن ۽ خصوصيتن جي ذريعي ان جي پيروڪارن، ساٿين ۽ اصحابن کي سڃاتو ويندو. اسان بہ انهن وصفن ۽ خصوصيتن کي پنهنجي اندر پيدا ڪريون. ڇو تہ جيڪڏهن اسان ۾ اهي خصوصيتون پيدا نہ ٿيون تہ اسان ان ٻئي رستي تي هلڻ وارا هونداسين، جيڪو ان جي ساٿين ۽ شيعن جو رستو ناهي، بلڪ ان جي دشمنن جو رستو آهي. تنهنڪري ضروري آهي تہ اسان ان مسئلي تي چڱيءَ طرح سوچ ويچار ڪريون.

سو اسان کي امامِ منتظر جي طرفدارن ۾ ۽ ان جي انتظار ۾ هجڻ گهرجي. نہ اسان جو انتظار غافلن وارو انتظار هجي، نہ راحت طلب ماڻهن جهڙو انتظار. بلڪ اسان جو انتظار فرض شناس ۽ هڪڙي مشن ۽ پيغام سان وابستہ ماڻهن وارو انتظار هجي.

”اللهم ارنا الطلعت الرشيدت والعزت الحميده واجعلنا من اتباعه والمستشهدين بين يديه والسائرين في طريقه“ يعني، اي الله! اسان کي اهو خوبصورت ۽ نوراني پيڪر ڏيکار ۽ اسان کي ان جي پيروڪارن ۽

انهن ماڻهن ۾ شمار ڪر جيڪي ان سان گڏ ڪلهوڪلهي سان ملائي شهادت جو پيالو پيئندا ۽ ان جي واٽ تي هلندڙ هوندا.

***

